# ڳاٽ مٿان ڳنگھور ڳٽا ۾

## شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سنڌ.
1996ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻه سؤ هڪ

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ. |
| ڇپيندڙ | نيو فيمس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد. |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزرس | عبدالبرادرس، ليزر ڪمپوزنگ<br>سسٽم، لجپت روڊ، حيدرآباد. |
| پهريون ايڊيشن | جون 1996ع |
| قيمت | -/70 رپيا |



GHAT MATHAN GHANGHOR GHATA MAIN. By. SHAIKH AYAZ
Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad, Sindh. Pakistan. First Edition June 1996.
Price Per Copy Rs. 70/-
Book No. 201

# انتساب

پاسترناڪ، سولزنيٽس ۽ ٻين شاعرن ۽ اديبن جي نالي، جنهن يو- ايس- يس- آر ۾ آمريت جي ڊونگ ڪي وائڪو ڪيو ۽ اُنهن ٻين روسي اديبن جي نالي جن جيءَ جو جوکو ڪٽي ٻه ايتري گهُٽ ۽ ٻوسات جي دؤر ۾ آزاديءَ ۾ ساهه ڪنيو ۽ ماريا ويا يا جلاوطن ڪيا ويا.

آں چناں زی که گر از حادثه برباد رَوی،
حسنِ معنی نه گذارد که تو از یاد آوي.
(قاسم خان تبريزی)

ترجمو: ان طرح جيءُ جو حادثو توکي برباد به ڪري ڇڏي،
ته به تنهنجي معنيٰ ۾ ايترو حسن هجي جو تون ياد تان نه لهين.

شيخ اياز

1- فيبروري 1996

بیاکه قانده آسمان بگردانیم،
قضا به گردش رطلِ گران بگردانیم.

"غالب"

ترجمو: اچ تہ آسمان جو قائدو ڦيرايون،
۽ قضا کي ڳري پيالي جي ڦيري ۾ چڪر ڪاٽايائون.

دل پھر طوافِ کوئے ملامت کو جائے ھے،
پندار کا صنم کده ویران کئے ھوئے.
"غالب"

ترجمو: دل وري نئوليءَ جي گھٽيءَ ۾ وڃي رهي آهي،
پنهنجي هٺ جو بت خانو اجاڙ ڪري.

طمع مدار ز حاسد فروغ دل فیضی،
سفالِ تیره کجا جامِ آفتاب کجا.
"فيضي"

ترجمو: اي فيضي! حاسد مان ڪشاده دليءَ جي لوڙ نہ رک،
هڪ ڪارو ٺانءُ ڪيڏانهن، سج جو پيالو ڪيڏانهن.

## نيو فيلڊس طرفان شيخ اياز جي ڇپيل ڪتابن جي فهرست

چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري)
رڻ تي رم جهم (شاعري)
ساهيوال جيل جي ڊائري
ڀڳت سنگهه کي ڦاسي
ڪپر ٿو ڪُن ڪري (شاعري)
ڪي جو ٻيجل ٻوليو (شاعري)
خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو 1)
راج - ڪهاڻ تي چنڊ (شاعري)
لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري)
ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي (شاعري)
اَکن نيرا ڦليا (شاعري)
ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون
پونم پري آڪاس (شاعري)
جهَڙ نيشان نہ لهي (شاعري)
وڄون وسڻ آئيون (شاعري)
پنهل کان پوءِ
جڳ مڙيوئي سپنو

اُڀر چنڊ پس پرين (شاعري)
پتڻ ٿو پُور ڪري (شاعري)
هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن (شاعري)
خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو 2)
ٽڪرا ٽٽل صليب جا (شاعري)
واٽون ڦلن ڇانئيون (شاعري)
الوداعي گيت (شاعري)
ڪَتين ڪر موڙيا جڏهن (ڀاڱو 1)
ڪَتين ڪر موڙيا جڏهن (ڀاڱو 2)
ننڊ وليون (شاعري)
سر لوهيڙا ڳيپا (شاعري)
سُورج مکيءَ سانجهہ (شاعري)
جر - ڏيئا جهمڪن (شاعري)
هرڻ آکي ڪيڏانهن (شاعري)
ڪٿي تہ پيجبو ٽڪ مسافر (آتم ڪهاڻي)
چنڊ ڳليون (شاعري)
ڳهاٽ مٿان ڳهنگهور ڳهٽا ۾

# مهاڳ

فيروز احمد ميمڻ مون وٽ آيو هو ۽ چيو هئائين: "اوهان وڏيڪ نثر لکو، ڇو تہ ان جي وڏيڪ ضرورت آهي." مون کيس چيو تہ: "مان نظم لکندو آهيان، نثر مون کي لکندو آهي." منهنجي سڄي زندگيءَ جا مشاهدا، تجربا، اندروني جذبا ۽ احساس نثر ۾ ئي تہ ڇپيا آهن. مون روزاني 'برسات' جي مختصر ايڊيٽر شپ ۾ ايترو لکيو جو ائين لڳو تہ نثر مون تي برسات جيان لٿو آهي. ايڊيٽوريل، دعائون، نثري نظم جي ڪڏهن بيت وانگر ننڍا هئا، پر بيت کان وڌيڪ موثر هئا ۽ طبيعت جي ناچاڪائي جي باوجود، مان مسلسل لکندو هيس، ڇڻ تہ ٻئي ڏينهن جو اعتبار ڪونہ هو تہ مان ننڊ مان اٿندس يا نہ!

اهي نثري نظم بہ مون ائين ننڊ ۾ لکيا آهن جيئن پنهنجي منظوم شاعري، منهنجي تحت الشعور جو اظهار آهي. شاعر اڪثر تحت الشعور ۽ شعور جي وچ تي لکندا آهن، پر هي نثري نظم بہ مون لاشعور ۽ تحت الشعور جي سرحد تي لکيا آهن. جڏهن مختصر عرصي جي لاءِ، مان روزانو "برسات" جو ايڊيٽر هوس تہ تڏهن مان صبح شام نثر لکندو هوس. ايڊيٽوريل تہ منهنجي شعوري ڪوشش هيا، باقي نثري چوٽيون ۽ نثري نظم مون تي ائين الهام وانگر نازل ٿيندا ها، جيئن منظوم شاعري ٿيندي هئي. مان رات جو جاڳي جنهن وقت لکندو هوس، ان وقت بتي نہ ٻاريندو هوس ۽ نوٽ بوڪ منهنجي پيرسان رکيا هوندا هئا. ڪنهن وقت تہ مان هڪ ٻئي مٿان بہ لکي ويندو هوس. ڪنهن وقت نوٽ بوڪ ابتو ٿي ويندو هو ۽ ڪنهن وقت پين جي نب بہ ابتي ٿي ويندي هئي تہ نوٽ بوڪ تي فقط رهڙا اچي ويندا ها. جي قاضي منظر حيات ٻئي ڏينهن تي نقل ڪندو هو ۽ انهن تي چاڪ پيري اکر لکندو هو. وقت ڪي برهم پُترا ۽ سنڌوءَ وارو ڇوهہ هوندو هو ۽ ڏينهن ڪنهن خواب وانگر گذرندو ويندو هو.

مان اشتراڪيت جو همسفر رهيو هوس. گوربچوف جي ڪتاب پيرس

ٽروٽسڪا جي اشاعت ۽ يو- ايس- ايس- آر جي شڪست و ريخت انسان جي معاشي ۽ اقتصادي برابريءَ جو خواب خوابِ پريشان بڻائي ڇڏيو. چين ۽ روس ۾ ايتري رت پياڪ ڪشيدگي ڏسي، وا ضح ٿي ويو تہ انسان رت پياڪ درندو آهي ۽ فرينچ انقلاب جي محنت ڪش عوام جو برادريءَ وارو تصور ڀانوان ڊول ٿي چڪو هو. جمهوريت ڪيتري بہ بري هجي، پر مون کي هر آمريت کان چڱي لڳندي آهي. پوءِ اها پرولتاري آمريت ئي ڇو نہ هجي. ڇو تہ پرولتاريت جي حڪومت هڪ فريب هئي.

پرولتاريت تي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي حڪومت هئي، ڪميونسٽ پارٽيءَ تي ان جي پالٽ بيورو جي حڪومت هئي، جنهن تي اسٽالن هڪ ڊڪٽيٽر وانگر راڄ ڪري رهيو هو. سارو رت رائيگان ويو هو، جيڪو انقلاب ۾ وهايو ويو هو.

ڪجهہ منهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ بہ اهڙا واقعا ٿيا جو منهنجو دل جو آئينو ڀور ڀور ٿي پيو ۽ مان ان نتيجي تي پهتس تہ جيستائين صاحبِ ڪردار شخص اقتدار ۾ نہ ٿا اچن، تيستائين اقتصادي تبديلي ڪوئي انقلاب آڻي نہ ٿي سگهي. اها ڳالهہ جڏهن مون تحرير ۾ ٿي آندي تہ مون کي بار بار غالب جو هڪ سوريئلي (Surrealistic) شعر ياد ايندو هو.

ہم نے مجنوں پہ لڑکپن میں اسد،
سنگ اٹھایا تھا کہ سَر یاد آیا.

"غالب"

منهنجي زندگيءَ ۾ ڪميونزم سان وابستگي، ۽ ان ازلي حقيقت سان وابستگيءَ ۾ بدلجي وئي، جا قضا ۽ قدر تي حاوي آهي. مون دنيا کي ڄڻ آئينہ ء سڪندر ۽ جامِ جم ۾ ڏٺو تہ ان جي صورت ٻي نظر آئي. منهنجي انهيءَ فريبِ نظر مان آزاديءَ مون ۾ جا اٿل پٿل پيدا ڪئي، اها هن ڪتاب ۾ شدت سان اظهاري وئي آهي. ايترن ڏينهن ۽ راتين جي محنت منهنجي دل تي ايترو ٻوجهہ وڌو جو مان ڄڻ بہ اڌ ٿي پيس. ان وقت بيهوشيءَ ۾ مون کي اسٽريچر تي مڊ ايسٽ اسپتال ۾ وٺي ويا، پر ٻئي ڏينهن تي مون کي معلوم ٿيو تہ هڪ سيڪنڊ منهنجي نبض ۽ منهنجي دل بيهي چڪي هئي ۽ جڏهن

منهنجي دل کي زور سان جهٽڪا ڏنا ويا تڏهن ان ۾ ڌڪ ڌڪ واپس آئي. منهنجي بيماريءَ جي رات اتفاق سان منهنجا ٻئي پٽ موجود هئا، جي هونءَ هوندا ئي ناهن. منهنجو هڪ پٽ سليم ڊاڪٽر آهي، جيڪو پاڻ دل جي مرضن جو ماهر آهي، ڪنهن بيمار بيوس جو مفت ۾ علاج ڪندو هو، جنهن جو پٽ ايڊي ايمبولينس ۾ ڊرائيور آهي، جنهن کي گهر تي ايڊيءَ وارن فون به هٿائي ڏنو آهي ۽ هن جي گهر ۾ هڪ ايمبولينس به بيهاري ڇڏي اٿائون. منهنجي پٽ ڊاڪٽر سليم هن کي فون ڪيو ته هو هڪدم پهچي ويو ۽ مون کي بيهوشيءَ جي حالت ۾ اسٽريچر تي لاهي اسپتال پهتا. جيڪڏهن ان وقت لفٽ بند ٿي وڃي ها ۽ مان اسپتال ۾ ٻه منٽ دير سان پهچان ها ته مري وڃان ها. اتفاق سان ڊاڪٽر حق هارٽ اسپيشلسٽ، مريضن جي گهڻائيءَ ڪري اسپتال ۾ موجود هو ۽ معمول مطابق گهر نه ويو هو. هن فرشته صفت انسان منهنجي زندگي بچائي ورتي. جڏهن مان سترهن ڏينهن ڪان پوءِ اسپتال مان نڪتس ته مون کي ڊاڪٽر حق چيو ته لکڻ منهنجي دل تي بوجهه ٿو وجهي ۽ مان ڪافي عرصي لاءِ لکڻ ڇڏي ڏيان. مون 'برسات' مان ته استعيفا ڏئي ڇڏي، پر ان عرصي ۾ ڪيئي ڪتاب لکيم. جن ۾ 'چند ڪليون'، 'ڪٿي ته پيچبو ٿڪ مسافر' ۽ سوين بيت ۽ وائيون، نظم، هائيڪو، ترائيل، سلطان باهوءَ جي طرز تي چوسٽا ۽ آتم ڪهاڻي جو پهريون حصو 'ڪٿي ته پيچبو ٿڪ مسافر' لکيم. شاعري مان ڪجهه حصا رسالن ۾ ڇپجي چڪا آهن. آتم ڪهاڻيءَ جو ٻيو حصو، 'ڪٿي نه پيچبو ٿڪ مسافر' جا پارنهن سؤ صفا لکي چڪو آهيان. مون سوچيو آهي ته آتم ڪهاڻيءَ جي ٽئين حصي جو نالو 'ڪٿي نه پيچبو ٿڪ مسافر' رکندس. جي زندگيءَ وٿي ڏني ته آتم ڪهاڻيءَ جا باقي ٽي حصا به لکندس.

الائي ڇو مون کي اهو الڪو آهي ته زندگي بي اعتبار آهي ۽ جيترو ٿي سگهي اوترو جلدي لکي وٺان. پٺائيءَ جي هڪ سٽ آهي ته: 'ٻڏندي ٻوڙن ۾، ڪي هاتڪ هٿ وجهن'. ٻوڙا اجا ته منهنجي هٿن ۾ آهن، پر ڏسجي ته ڪيستائين نا سٽ جهلن ۽ درياهه مون کي ڪڏهن ٿو لوڙهي وڃي. هڪ ڀيري مان پنهنجي ڌيءَ ڊاڪٽر روحيءَ وٽ پڊ عيدن ۾ لتل هوس ۽ هن جي

بنگلي جي ٻاهران، چانڊوڪي رات ۾ سُڪل گوار جي کيت پرسان گهمي رهيو هوس تہ اوچتو مون کي خيال آيو تہ منهنجي شاعري بہ انهيءَ چانڊوڪيءَ وانگر رهجي ويندي.

هي چوٿيون ۽ نثري نظم، ننڍا ۽ وڏا، خليل جبران، ٽئگور، آسڪروائيلڊ ايگريز فلسفي بيڪن (Bacon) ۽ فرينچ اديبن مٽرلنڪ (Materlink) ۽ آلبرٽ ڪاموءَ، جرمن ڊاڪٽر آلبرٽ شوائيٽزر ۽ يونائيٽيڊ نيشنس جي سيڪريٽري جنرل ڊئگ هئمر شولڊ وانگر يا گورڪيءَ جي ٽالسٽاءِ ۽ چيمخوف جي باري ۾ نوٽن وغيره وانگر آهن پر انهن تي ڪنهن بہ مٿي ذڪر ڪيل يا ٻئي ڪنهن اديب جو تاثر نہ آهي انهن ۾ فقط منهنجا ذاتي مشاهدا ۽ تجربا ڏنا ويا آهن.

شيخ اياز

● منهنجو هر لفظ لوح محفوظ ۾ سانڀيل آهي، تون ان کي ڇا ڊاهي سگهندين؟

● تون سمجهي نه سگهندين جي مان توکي چوان ته مان شاعريءَ سان روز ميثاق کان عهد نڀايو آهي!

● ڳوئٽي! مان توکي حافظ به اٽل ۾ تو ڏيان، پوءِ به منهنجو ٻڙ توکان ڀاري آهي.

● سعدي! تنهنجيءَ عمر درازيءَ کي مان تنهنجيءَ بزرگيءَ جو ثبوت نه ٿو سمجهان، ڪنهن وقت شاعر جو هڪ لمحو به صديءَ تي ڀاري آهي.

● أردوءَ جي شاعرن جرئت ۽ انشا وانگر ڪيچل ۽ لچائيءَ ۾ زندگي گذاري ڇڏي اٿوَ! ڇا اوهان به شاعر آهيو؟ ڇڙو ڇيڇاپور آهيو، ائنڙائيءَ لائي چائيءَ جا چائو آهيو! اوهان سمجهو ٿا ته اوهان پنهنجيءَ چترائيءَ مان ڪٿي ڪائيندا؟

● ڪاش! ڪوئي مصور اوهان کي پنهنجي مستقبل جي تصوير ڪڍي ڏيکاري ته أهو اوهان تي ڪيئن ٿو کلي!

● تون ڪير ٿيندو آهين، ’ڀٽائي‘، ’ڀٽائي‘ ڪرڻ وارو؟ ڀٽائي کي مون کان وڌيڪ ڪير سڃاڻي؟

● ڇا تون مون وانگر ڳلان جا ڳهنگهرو ۽ ڀٽائي جو يڪتارو ٻڌي سگهين ٿو؟ ڇاڇر ۾ ڇيرون هڻڻ وارا نقاد! هڪ سمنڊ ٻئي ٻي سمنڊ جي زيرو بم کي سمجهي سگهندو آهي.

● منهنجيءَ جاءِ نماز جو پاسو مٽي ڪري ڏس! أتي توکي دنيا جا سارا شاعر سمنڊ ۾ مڇين وانگر نظر ايندا.

● مينهَن! منهنجيءَ محبوبا جي ڳلن تي ايتريون چميون نه ڏي! اتي أتر جون هوائون، سارا ڪڪر أڏاري وڃو! مون کي ڪاوڙ اچي رهي آهي.

● ساڙ ۾ ايترو به نه سڙ جو تنهنجي پلاسٽڪ سرجري به نه ٿي سگهي!

● يو. ايس. ايس. آر ٽٽي وئي. آڪٽر لاءِ چاٽي چد تـه [illegible] شعر ختم ٿيڻ [illegible] آهي.

● [illegible]

• سرڪاري ڇاڙتو. سڀ ڪان وڏي چيز ڪندو آهي.

• مون تي طنز ڪرڻ وارا! ڄاڻين ٿو ته قدرت توکان ان طنز جي ڪيتري قيمت وصول ڪندي؟

• ذات ۽ ذات؟ ٻلو آهين.

• زندگيءَ کي ائين ڇڇڙ تي نه ڇنبڙ! ٻوپٽ ٿيءُ، ٻر ڪول!

• مان انهي وڳ ۾ شريڪ ٿيڻ نه ٿو چاهيان جو تو مقبرن ۾ واڙيو آهي.

• رڳو شب خوابي ڪافي نه آهي، روح جي شب تابي به ضروري آهي.

• ڇا شراب نوشيءَ 'حافظ' جي بزرگيءَ ۾ فرق آندو هو؟

• شبلي نعمانيءَ ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيريندي چيو. "عطيه فيضي ڪيتري نه خوبصورت آهي!" ۽ پوءِ هن کان ديوبند جو سارو علم وسري ويو.

• فيضي رحمين! جيتري بيقدري تنهنجي ڪئي وئي آهي، اوتري جي منهنجي ڪئي وڃا ها ته مان موت کان پوءِ به خودڪشي ڪيان ها!

• ڇا موت فقط هڪ لفظ آهي؟ ماڻهو مري ڪونه ٿو؟

• هاڻي قوم پرستي هر ڦوروءَ، ڪپتيءَ ۽ ڪوڙي ماڻهوءَ لاءِ آڙ ٿي پئي آهي. هن کي پنهنجيءَ تيڙهائي ۽ ڏنگائيءَ کي لڪائڻ ۾ مدد ڏئي ٿي ۽ هو آسانيءَ سان سنڌ جي نالي ۾ نه رڳو ڪروڙ ڦٻائي وڃي ٿو پر پنهنجي ويريءَ تي وار به ڪري سگهي ٿو. اهڙو هرڪو ماڻهو ٻاهران تن- تپائو، ڦڙت ۽ اديوگي ٿو لڳي پر هُن جو اندر ڪينٽرو آهي. ڪنهن وقت هو پنهنجي ڪڏائي ۽ ڪماڻپي کي لڪائڻ لاءِ 'شاه'، 'سچل' ۽ 'ساميءَ' جون ڪجهه سٽون ڏئي، فرضي نالن سان پنهنجي نيچ پڻي ۽ اوچائي جو اظهار ڪندو رهي ٿو ۽ ان مان هن جي اذيب پسند طبيعت کي تسلي ملي ٿي. مون اهڙا ڪيئي ماڻهو ڏٺا آهن. جي پنهنجيءَ حرامخوري ۽ هيچ تي ڍڪ رکڻ لاءِ سنڌ سنڌ ڪندا وتن ٿا ۽ اخبارن ۾ ڪالم ڪارا ڪن ٿا. انهن کان دور رهو! اهي اندر جا ڪارا ماڻهو آهن. بليت ۽ اوهان کي رڻ ۾ روني رهيا آهن.

• سازندا! ڇا رباب کان مٿي ڪوئي مذهب آهي؟

● خدا ڪائنات جو عظيم ترين موسيقار آهي. ڏس، ڪيڏا ستارا ستار هلائي رهيا آهن ۽ ساڳر انهن سان طبلي تي سنگ ڪري رهيو آهي.

● اجان سراڻ تي روح کي تکو ڪري رهيو آهين؟ نه ڄاڻان هن ساري اسرار کي ڪڏهن اوچتو ڇهڪ ڏيندين؟

● موت قئنچي آهي يا سلائي جي مشين آهي يا ٻئي آهي؟

● ڪوپلا، ٺيٺ سنڌي لفظ آهي جو ڳهه ٻلا، مان نڪتو آهي. ٻلو ٽپو ڏئي ڇڪي ۾ رکيل کير جو لوٽو پٽ تي ڪيرائي نه سگهندو آهي پر اُن کي واپس ڇڪي ۾ رکي نه سگهندو آهي!

● مون توکي پيچ ٻڌي مهري ڪرڻ چاهيو پر تون لاڏو هڻين ۽ تون پنهنجي پرولتاريت نه ڇڏي!

● فلاٽو هاٿي وچي لاٿو رهيو آهي، جنهن کي اُهي چانگا چري رهيا آهن جن ڪاڪ ڪنڌي ڪڏهن به نه ڏٺي آهي!

● ترس! نديون ڏنيءَ ڪني وهنديون! تيستائين هماليه جي برف کي گهور ۽ مَند بدل لاءِ دعا گهر!

● تو جهڙا ڪميونسٽ مون ماسڪو جي گهر گهر گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ڏٺا ها ۽ ڪيترن کي ايترا رُوبل به نه هئا جو آئيس ڪريم وٺي سگهن! مون ڏٺو هو ته هوَ سستو ڪواس (روسي بير) وٺي پي رهيا ها.

● پيولڙن کي مطمئن ڪري رهيو آهين ته تون هنومان آهين! پنهنجي تري نه ڏيکار! ڇا ان تي نانگا پربت ڪٽندين!

● مون کي پنهنجو 'مان' ٽيڙ ڏيندين يا نه؟ مان تنهنجو 'تون' ٽيڙ لاءِ تيار نه آهيان! بَدي جي ڪَٽ وانگر وچڙي ويو آهين!

● ڪامريڊ! مرڻ ڪان پوءِ رک گنگا ۾ پرواهه ڪندين يا وولگا ۾؟

● تاشقند ۾ مون ابي سينا جي مدرسي ٻاهران هڪ فارسي شعر لکيل ڏٺو، جنهن جو مطلب آهي:

"هي دنيا هڪ سراءِ وانگر آهي جنهن کي فقط هڪ دروازو آهي. سراءِ ۾ سراءِ جي سراءِ ۾ سراءِ آهي ۽ ائين سلسلو ڪٿي ڪٿي نه ٿو. هو هڪ سراءِ مان ٻي سَراءِ ۾ نه وڃي سگهي ٿو؟

● تنهنجو هر ڪتاب اشوڪ استمپ آهي. اها ئي ڳالهه آهي ته تون ڀڳوان ٻڌ نه آهين؟

● "ڇا مري ڪوئي موتيو آهي؟ مان جو بيٺو آهيان؟"

● "قبر ۾ آرام ڪرڻ چو نه تو چاهين؟" هانءُ تو منجهي. ٻاهر ڪيڏي نه پياري هوا لڳي رهي آهي، جنهن ۾ املتاس جا گل ڇڻي رهيا آهن؟

● "گل مهر جا سڀ پن ڇڻي ويا آهن؟" "اِهائي ته بسنت جي اچڻ جي نشاني آهي؟"

● ميان هيءَ رُباعي آهي، چؤپڙ جي راند آهي؟

● نئپولين! موت هر ڪنهن جي ايلبا آهي.

● شيڪسپيئر ڪي ويسٽ منسٽرائبي جي ساري خچر ڪلي لڳ چو پوريو اٿائون؟

● ڇا ڌرتيءَ ۾ آڙيون مقدر ڦاسائيندو آهي؟

● شاعر! تون ته ائين وڃي رهيو آهين ڄڻ ڪويل جي ڪوڪ ڪيسي ۾ ڪٿي وڃي رهيو آهين!

● مون لنڊن برج تي هڪ ماڻهوءَ کي گهمندي ڏٺو ۽ هن کي ڏسي مون کي ٽي ايس اليٽ جو گمان ٿيو. ڇا هو سچ پچ ٽي. ايس. اليٽ هيو؟

● پوپٽ جا پَر نه پَٽ! پوپٽ خدا جي امانت آهي.

● ايتريون پنيوريون نه ڦاساءِ جو انهن جي گنجار تنهنجي ننڊ حرام ڪري ڇڏي.

● سِٽون ته آسمان ۾ لکيون وينديون آهن. توکي ته تحفي طور مليون آهن!

● ذات مون کي خدا ڏني آهي، تون چو ٿو سڙين؟

● وڃي خدا کان پُڇ ته منهنجي بدران توکي شاعر چو نه ڪيائين؟

● ڇا تون سمجهين ٿو ته شاعري مون کي مفت ۾ ملي آهي! نه ميان. مون لاءِ ننڊ ڏئي ورتي آهي.

● سمنڊ جي ڪناري تي جيترا سنڌڙا آهن، اوترائي شعر ڪائنات ۾ [illegible] ائين ئي ڳالهه آهي ته توکي آهي ڪٿا ڪرڻ نه ٿا اچن!

● غالب! هي ساحل تنهنجي والد بزرگوار جي ملڪيت ته نه آهي، جيترا موتي ڪٺا ڪيا اٿئي، اهو مون کي ڏي!

● ڇا جن ميرٺ مان ڪاهيو هو ۽ ماريا ويا ها، انهن ۾ تون منهنجو لاش سڃاڻي سگهين ها؟

● مير صادق! تو اِها سازش رڳو ٽيپو سلطان خلاف نه، منهنجي خلاف به ڪئي هئي.

● فن جي تخليق هڪ معجزو آهي. متان اُن کي لاف سمجهين! مان ان جو زنده ثبوت آهيان.

● منهنجي ننڊ وٺ، شاعري ڏي، اي وقت! نه تون خساري ۾ ويندين، نه مان ويندس.

● ساريون راتيون لڪي مون ڇاتو آهي ته وان گوگ مصوريءَ ڪيئن ڪندو هو.

● هاڻي سمهي پئو! رات جا به لڳا آهن. ڇپرن مان ننڊ جون پريل ڳوٺيون ڪري نه پون!

● ايتري اُڃ آهي جو ساري مانسرور پي وڃان!

● شاعر! ڇا پوري خدائي تو ڪرڻ چاهين؟ هاڻي ته بس ڪر!

● تون ڇا ٿو سمجهين؟ ڇا توکان پوءِ ڪوئي شاعر نه ايندو؟ تون خدا جي تذڪري ۾ آخري نالو آهين؟

● ”لُڙ تو اچي، ڪتي فساد ٿيو آهي.“

”تون ٻولي غلط ٿو ڳالهائين. فساد ٿيندو نه آهي. ڪرايو ويندو آهي.“

● ”تنهنجيءَ ڳالهه ۾ تضاد آهي، تون پنهنجي اڳئين چئي تان ڦري ٿو وڃين.“

”تضاد تجربي جي نشاني ٿيندو آهي.“

● دندان ساز عقل ھوڙ ته نه وجهي سگهندو!

● آءُ ته سڀ سنگ ميل اڪاڙي ڦٽي ڪيون! سفر آسان ٿي پوندو.

● منهنجو هر ڪتاب موت جو سنگ لحد آهي.

● زندگيءَ جي ڪتاب لاءِ قبر رحل وانگر ڪوتجانءِ.

● ٻڌ، اُنهيءَ وِڄُ کان ٻڌ، جا آکيرا جلائيندي آهي!
ٻڌ، انهيءَ طوفان کان ٻڌ، جو هر شيءِ کي ڪک پن وانگر اڏائي ڇڏيندو آهي!
ٻڌ، انهيءَ جوالا کان ٻڌ، جو اوچتو ڦاٽ کائيندو آهي!
تون جو خدا کان نہ ٿو ٻڌين جو جبار ۽ قهار آهي، تون ان جي مادي صورت کان تہ ٻڌ جا سيني جا چهرا مسخ ڪري سگهندي آهي!
● فاشزم کي ابديت آهي، ڪميونزم فاني هئي. انسان مان ظلم ۽ جهالت ڪڏهن بہ نہ ويندي آهي.
● هي سڀ حقيقت پسند خواب خرام آهن. بلهي شاهہ ڪافيءَ وانگر دنيا جا طالب پنهنجو حصو ڪڻن ٿا. اوڳاڇن ٿا ۽ نيٺ الٽيون ڪري مرن ٿا. دراصل سيني جي ڊوڙ ۾ موت جا ڏند ڳتا پيا آهن پر هو اِهو ڄاڻن نہ ٿا.
● هومر جي ڪردارن وانگر هو جهازن ۾ لنگرانداز ٿين ٿا. شراب جا خم خالي ڪن ٿا، ۽ جهازن سوڌا ٻڏي وڃن ٿا ۽ تحت السرا ۾ ڪنهن جو پتو نہ آهي تہ ڪير جهاز ران هو. ڪير خلاصي هو. ڪير سڙهہ تي اوچو چڙهي ساحل لاءِ دوربين مان تاڙيندو هو! وڏا مڇ هنن جا هڏا ائين رڙڪي وڃن ٿا جيئن ٻار ريوڙيون کائيندا آهن.
● تاريخ کي پڙهہ تہ توکي پتو پوي تہ تو وانگر ڪروڙين آيا ۽ موت جا گرهہ ٿي ويا. موت وڏو مفت خور آهي. هن ڪيڏي ڊؤ تي ڪاڏو آهي، پوءِ بہ هن کي الٽي نہ آئي آهي!
● اي موت! نہ ٿو مڙين؟ ڇگو مان توتي هِجو ٿو لکان. شاعر جو ٻيو پلئہ ڪهڙو ٿي سگهي ٿو!
● اڄ مون کي پنهنجا جوان چپ ڏي، جوان اکيون ڏي ۽ ڦوڪي ڏس تہ منهنجي رڳ ۾ ڪيتريون چڻنگون آهن!
● ڪامريڊ! توکي ڇيو ڪنهن آهي تہ مون کي سياسي آدرش سمجهہ! ائين تہ نہ آهي تہ تنهنجي تحت الشعور ۾ اهو خوف آهي تہ مان سياسي آدرش ٿي سگهان ٿو؟
● مٿان مون تي وڏو مقبرو اڏائين! مان تارازيءَ جي ساڳي پڙ ۾ پنهنجيءَ شاعريءَ سان گڏ مقبرو بہ وجهڻ نہ ٿو چاهيان. منهنجي شاعري

تورين تہ سنئينءَ ٻُڌيءَ تور!

● ميان، جوانيءَ جي وهہ ۾ وهي نہ وَڃ! ان وقت جي باري ۾ بہ سوچ جڏهن تنهنجي ديد جهڪي ۽ ڪَن گهرا ٿي ويندا ۽ تنهنجا گوڏا تنهنجو چيو نہ ڪندا! اهو وقت بہ توتي اچڻو آهي، جيستائين خدا توتي رحمت ڪري ۽ توکي ڍوَ ڪان اڳ دسترخوان تان آٿاري ڇڏي!

● نڪ تائين پيٽ نہ ڀر! ڏلهو نہ ٿيءُ! ٻڪ ۾ وڏو سُک آهي! جي تون "رُکو سُکو کائي، ٿڌو پاڻي پي سگهين ۽ پرائيءَ چوپڙيءَ ڏي نہ واجهائين"، تہ تون خواجہ فريد ٿي ٿو سگهين.

● جي خدا منهنجو محافظ آهي تہ مون کي ٻي محافظ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

● مون کي بہ تو وانگر جوانيءَ تي غرور رهيو آهي. دراصل اها عمر ئي انا پرستيءَ جي آهي. جي تون منهنجي عمر تي پهچي ايڏيون ڇپون پاڻيءَ ۾ اُڇلي، ولوڙا پيدا ڪيا تہ توکي فخر جي گنجائش تہ رهندي پر پوءِ بہ غرور جي نہ رهندي، ڇو تہ زندگي بي اعتبار آهي، انت خاڪ آهي ۽ لحد جي انڌاريءَ سراءِ ۾ توکي شمع ٻُولي نہ ليندي.

● مان توکي بُرائيءَ جو جواب نہ ڏيندس، قدرت تنهنجي لاءِ پاڻ ئي کوڙڪي اڏيندي.

● احساسِ ڪمتريءَ سبب مون کان ڪيترا دوست جدا ٿيا، جيتوڻيڪ مون انهن جي باري ۾ احساسِ برتريءَ جو اظهار بہ نہ ڪيو هو!

● ڇا ڪُتو لوُمڙ جي کل پائيندو تہ هُن جي سڃاڻ نہ ٿي سگهندي؟

● ڪنگن ڪالورا نہ ڏس! ونجهہ ڪُڄهہ تکيرا هلاءِ!

● 'مٿان مينهن وَسن'، ڀتائي اهو ڪهڙي پرينءَ کي پاسي ۾ ڏسي چيو هو؟ *

● مُريد مُرشد کان عظيم ٿي سگهندو آهي پر پوءِ بہ هن جا پير نہ ڇڏيندو آهي ۽ هن جي اڳيان انڪسار جو اظهار ڪندو آهي ڇو تہ هن کي اها عظمت مرشد کان سواءِ ڪيئن نصيب ٿئي ها!

● موت بہ تنهنجي وس ۾، زندگي بہ تنهنجي وس ۾، زندگيءَ کان موت تائين هر شيءِ تنهنجي وس ۾! رهيا منهنجا پير، آهي بہ منهنجي وس ۾

نہ آهن. اهي بہ تنهنجيءَ مرضيءَ کان سوا وِک کڻي نہ ٿا سگهن!

● اي خدا! هن گهايل ڪونج جي ڳچي ڏٺي اٿي؟ ڇا توئي ٿي چاهيو نہ هوءَ اهو گهاءُ سهي؟ ڇا مون کي گستاخي معاف ڪندين جي توکان پڇان تہ تون ايئن ڇو ٿي چاهيو؟

● اي ڪُت خلق! منهنجي جان ڇڏ! مان تہ مان ڏاڍو ڪڪ ٿي پيو آهيان!

● ڪامريڊ! جي تون اِسٽالن جي دؤر ۾ هجين ها تہ توکي بخارن سان گڏ گولي هڻن ها.

● ڇگو بابا. مان سنڌي شاعري ڇڏي ٿو ڏيان، تون ٿي خوش ٿيءُ.

● پلي تہ ڳڙا وَسن! انسان جي انا لاءِ ڪيئي ڇَنا آهن!

● تو وٽ نظرياتي رڳو ڍونگ آهي، هُونءَ ٻيو سڀ ڪجهہ ذات آهي.

● ڇگو ميان، مان ڪجهہ نہ آهيان، هاڻي تہ خوش ٿئين؟ دراصل اها ڳالهہ تہ منهنجي فلسفي جو آدرش آهي.

● مان ڄاڻان ٿو تہ تون دشمن جي ڪفن مان احرام ٺاهڻ وارو آهين.

● مان ان لاءِ تہ نہ مرندس تہ منهنجي موت کان پوءِ تون منهنجو قدر ڪرين! جي تو ائين سمجهو آهي تہ ڀُلو آهين!

● ايتري نراسائي! ايتري نراسائي تہ اُن ۾ بہ نہ هوندي آهي جنهن ني کوهہ مان حڪي ڪڍيو آهي! اُن جون اکيون بہ پاڻيءَ مان ستارن جا ڪجهہ پاڇا کڻي ايندڙيون آهن.

● جي تون ماٿهوءَ جي من کي سمجهي سگهين تہ ڪائنات کي سمجهڻ مشڪل نہ آهي.

● منهنجا پير اڃا تہ گهايل نہ ٿيا آهن! پوءِ آهي تہ ڪٿي پُل صراط سٽي نہ پوي!

● "ڪيڏانهن ٿو وڃين؟"

"بهشت ڏانهن."

"هيءُ رابيل جي ڪَنڌي پاڻي وچ، گهوٽ وانگر!"

● اڄ تہ دوزخ جي دريءَ مان ڏسون! بهشت پري تہ نہ آهي!

● هيءَ تنهنجي ڪوثر ۽ تسنيم به پلي آهي. پر سنڌو ڪا ٻي شيءِ هئي!

● "توکي خدا ۾ اعتبار آهي؟"

"هائو"

"پوءِ توکي ڪوئي ڀؤ ڀولو نہ آهي."

● جوش مليح آباديءَ جو نظم "تو اگر واپس نہ آتي بحر هيبت ناڪ سے" جهڙو حيرت انگيز نظم مون ورلي پڙهيو آهي. لاشڪ اهو نظم هن جي لاشعور جي تخليق آهي.

● جوش مليح آباديءَ جو 'پيرزنِ ليگ' جهڙو سياسي نظم اردو جي پوريءَ سياسي شاعريءَ ۾ ورلي آهي.

● هن کي ماريندو بہ خدا، جياريندو بہ خدا. تون ڪير ٿيندو آهي وچ ۾ ٽپي پوڻ وارو؟

● تون ڏاهو آهين؟ تون تہ رڳو ڇاهو آهين، ڪنڌا ڪٽي ڪڍيا اٿئي!

● ڪيرَ ٿو چوي تہ موت اٽل آهي؟ موت ٽري سگهندو آهي، پر ڪجھ وقت لاءِ.

● هر عظيم آرٽسٽ عظيم انسان بہ هجي ها تہ خدا فرشتا ڇو خلقي ها؟

● آرٽ جي عظمت انسانيت جي عظمت کان وڏي شيءِ آهي.

● يورپ جي ساري ازمنہ ٔ وسطيٰ کان مائيڪل اينجيلو وڏو آهي.

● ڊاڪٽر عبدالسلام! تون قادياني هئين تہ ڇا؟ تون منهنجو دوست هئين، آهين ۽ رهندين.

● تون خدا جي وجود ۾ اعتبار کان سواءِ نيڪيءَ لاءِ ڪوئي جواز ڏئي سگهين، تہ پلي ڏي!

● خدا ۾ اعتبار توکي نيڪي ڏانهن نہ ڇڪي، اها ٻي ڳالھ آهي. پر ان صورت ۾ پڪ ڄاڻ تہ تنهنجو خدا ۾ اعتبار نہ آهي.

● نهج البلاغہ ۾ حضرت علي، مارڪس آريليس کان وڏيڪ سياڻو ٿو لڳي.

● تو تہ پاڇاوان ڏسي بہ ان ڳالھ کي لنوايو آهي تہ رات ڪڏهن بہ

اوچتو اچي سگهي ٿي.

● ڪوڙ ٻدوڙ تي نہ گهار، ڏاڙ لباڙ کان پاسو ڪر. پنهنجي پورهئي ۾ جيءَ جان سان جنبي وڃ ۽ اُن مان ڪوئي لوڀ لالچ نہ رک! مان ٻانيان ٿو تہ خدا تنهنجي پاسي هوندو ۽ ڪڏهن بہ توکي ڪُڏڳ نہ لائيندو.

● ڪنهن جي موت تي خوش نہ ٿيءُ! توکي بہ هَن وانگر مرڻو آهي.

● نادان! جي موت اٽل آهي تہ اُن کان وڌيڪ اهم ڪهڙي شيءِ ٿي سگهي ٿي؟

● تون جو پاڻ کي دانش وَر ٿو سمجهين، ٻڌائي سگهندين تہ علامہ آءِ آءِ قاضي خودڪشي ڇو ڪئي هئي؟

● آءٌ تہ ابي سينا جو دروازو کڙڪايون! اڄ رات سندس مهمان آهيون.

● فارابي! تو ۽ مان ساڳيءَ ڪمسمپرسيءَ مان گذريا آهيون ۽ ساڳيءَ روشنيءَ ۾ پڙهيو آهي!

● منصور جي دار مان ڪمرڪش ٿو بڻائين؟

● المتنبي! تو ۾ ۽ مون ۾ فقط اهو فرق آهي تہ اسان جا دؤر مختلف آهن.

● مون بہ هڪ ڳاٽي روپ متي هٿ ڪري، راڄڌاني وڃائي.

● مان ٻانيان ٿو تہ توکي پاڻ لاءِ مون پنر جنم ۾ ڀروسو ڪيو آهي! جسم جي تشنگي سوين سراب پيدا ڪري ٿي.

● مٿان موت کان پوءِ مون کي رستي تي سڃاڻين تہ اجنبي وانگر مُنهن موڙي وڃين!

● نا..... سيني ۾ گولي! اڌ دم، پورو دم يا سوال جي نشاني؟ ڪيئن ڇنجي! تقدير کي اڃا تائين ڪوئي پڙهي نہ سگهيو آهي.

● مقدر ڪو موهن جي دڙي جي ٻولي تہ نہ آهي! ڇو ٿو اِن تي مٿو هڻين؟ اهو تنهنجي سمجهہ ۾ نہ ايندو!

● جي تو اڳيئي لکي ڇڏيو آهي تہ مون تي ڪهڙو ميار آهي!

● سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ توکي لحد ۾ ڪيئن لاٿو هونداءِون؟ تو تہ زندگيءَ جي مهد ۾ پورا جهوٽا بہ نہ کاڌا ها.

● ٺَڪي جا ماٺهوا توکي توهين عدالت جو ڇهبڪ هٿ ۾ هو ۽ ان ڪري مون توکي ڪجهہ نہ چيو. نہ تہ تون ۽ عدالت جي ڪُرسيءَ تي، تون جو سراسر جهالت آهين.

● وڏو وڪيل آهين! ڪتاب مان ڪبوتر اڏائي ٿو ڏيکارين!

● وڪيل صاحب ڏيوالي ڪان بہ ڪيس جي في ورتي ۽ هن کي اها موٽي نہ ڏنائين تہ قرض خواهن ۾ ورهائي ڏي!

● مُنصف! ڇا تون ساڳيو ڏوهہ نہ ڪرين ها جي تنهنجون حالتون بہ اهڙيون هجن ها، جهڙيون ڏوهہ وقت ملزم جون هيون؟

● بوقلمون جادوگر! اهي ڪارا جبا ڏيکاري مون تي رعب نہ رک! مان تنهنجي ساري قانون کي سڃاڻان. اهو گوهي تڏهن ڪندو آهي جڏهن سوٽو ساڻ نہ هوندو آهي.

● مون هڪ سيشن جج جي هن جي رٽائرمينٽ ڪان پوءِ دعوت ڪئي. دعوت تي مون کي اوچتو احساس ٿيو تہ هُو ڊينڊو آهي. مون هن وٽ ڪيئي سال وڪالت ڪئي هئي ۽ اڪثر هن کي اسٽيج تي رکيل ڪُرسيءَ تي ويٺل ڏٺو هو. ان وقت ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪيو هو تہ هو ڊينڊو آهي، جيڪو هو سچ پچ هيو.

● آه! مون ڪهڙا ڪهڙا جج ڏٺا! منهنجي ساري زندگي ڪليلا دمنا جو داستان آهي.

● هي ڊينڊو، ڊٽو، ڊيمڪٽو مئجسٽريٽ جڏهن ڪُرسي تي ويهي ٿو، تڏهن آسمان سان لائون ٿو لهي!

● وڪيل صاحب! رڳو فيءَ سان ڪم ڪندين يا في سبيل الله بہ ڪم ڪندين!

● تون ڪتاب مان مون کي سَنَدَ ڏيکاري رهيو آهين ۽ مان چوان ٿو تہ اهو قانون ئي بڪواس آهي جنهن تي اها سَنَدَ ٻڌل آهي.

● ٻڌائي سگهندين تہ جي ڪائي شيءِ قابل توهين هجي تہ ان جي تحسين بہ ٿي سگهندي آهي ڇا؟

● سکر ۾ ساڌورام نالي وڪيل هوندو هو. هن وٽ جڏهن ڪوئي اصيل تتي ڏينهن جو اچي در ڪڙڪائيندو هو تہ هو مٿينءَ ماڙيءَ تان ڪانئس

پڇندو هو، "في آندي اٿي؟"

جي هن جو اصيل چوندو هو تہ "نہ" تہ هو ڪيس مٿان ٺي چوندو هو، "ڏينهن ٽٽل آهي، ساڏو هيٺ نہ لهندو." پر جي هن جو اصيل چوندو هو تہ في آندي اٿم تہ ساڏورام چوندو هو:

"بابا، ڇانوَ ٿي وئي. هاڻي تہ ساڏوءَ جو پيءُ بہ لهندو."

● تون لاش کي مڙهہ چؤ، مٽ چؤ جنازو چئہ! نالو ڪهڙو بہ ڏينس پر لاش لاش آهي، اڇر، اٿموٽ، سمڪ کان سوا، سُن ۾ آيل. ڇا پنهنجي پاڻ مان هو ڪوئي دروازو کولي نڪري ويو؟ هوَ ڪيڏو نہ ڳالهين جو ڳهير هو؟ ڪيڏيءَ دير تائين ڪچهريون ڪندو هو! هاڻي ڪيڏو نہ خاموش آهي!

● وچ، ڳوليئنس جي ڳولي سگهينس! هو ڪيس مٽيءَ ۾ پوري آيا آهن ۽ مٽي گونگي بہ ٿيندي آهي، ٻوڙي بہ ٿيندي آهي!

● ميان ايڏي تڪڙ! نہ رستي تي مانجهاندو ڪيُءِ، نہ ساهي پٽيءِ! ڇا تقدير سان معاهدي ۾ توکي ايترو ميعاد بہ نہ هو؟

● ميان! ٻي جي موت جو ٻڌي خوش نہ ٿيءُ! تنهنجي پوئين غسل لاءِ بہ پاڻي گرم ٿي رهيو آهي.

● مون کي مرحوم سان ڳالهائيندي ائين لڳندو هو تہ وڪالت تصوف جي ڪا آخرين ڪڙي آهي. شريعت، طريقت، حقيقت، معرفت، وڪالت اڳتي ڪجھہ بہ نہ آهي.

● دشمن جي خون کان پوءِ انسان کي آرام جي ننڊ ايندي آهي ۽ هن کي اهو ڀؤ نہ رهندو آهي تہ مٿان هو پڪڙجي پوي ۽ هن کي ڪئي جو ڪيتو ڏيڻو پوي.

● دشمن جو قتل دراصل قاتل جي خودڪشي آهي.

● پني عاقل جو هڪ جاگيرائي، جنهن اڳ ۾ سورنهن خون ڪيا ها ۽ هر ڪيس ۾ ڇٽي ويو هو. منهنجي سامهون هڪ نئين ڪيس ۾ ڇٽي ويئو هو. هن جو آواز ايترو مٺو هو جو گمان ئي نہ ٿي آيو تہ هن ڪوئي خون ڪيو آهي. مون جڏهن هن جو ان ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪايو تڏهن هن چيو: "بابا! دشمن کي ماري ختم ڪيو اٿم. دل تان وڏو بار لهي پيو آهي.

● رن تي جهيڙو ته هابيل ۽ قابيل کان وٺي شروع ٿيو آهي ۽ ڪنهن به مهذب سماج ۾ ختم نه ٿيو آهي.

● خيام مٽيءَ جي ڪوزي ۾ انساني مٿو ڏٺو هو، مان هن کان گهٽ ديوانو نه آهيان!

● ميان تون به ماڻهو آهين! تون ڇيڙهون ته لڳين ٿو، ماڻهو نه آهين!

● انسان ٿيءُ! ساڻ تي جيئڻ جو ٿو چاهين؟ ٿونا ڇو ٿو هڻين؟

● تون ڀائين ٿو ته تون موت کي وساري ڇڏيندين ته موت به توکي وساري ڇڏيندو!

● تون هن جي موت تي نه روئي رهيو آهين، پنهنجي موت تي روئي رهيو آهين، جو انت اڻٽر آهي، اَڻ- ٽر آهي.

● اي انسان! اُن خدا اڳيان سجده ريز ٿيءُ جنهن هيءَ ساري ڪائنات ٺاهي آهي. تون ته مريخ تي به نه پهتو آهين جو ڪراڻ پنڌ تي آهي.

● تهذيب جي معنيٰ ڇا آهي؟ صارفين لاءِ گهڻي ۾ گهڻيون شيون، عارفين لاءِ ٿوري ۾ ٿوريون شيون!

● خوشي اڳي ته ڪنهن پرندي جو نالو هوندو هو، هاڻي درندي جو نالو آهي، جو هر ڪنهن جا هڏا چٻاڙي رهيو آهي.

● موت ڏونهين وانگر آهي جو منظر ته ڏندلائي ٿو ڇڏي پر اُن ٽان پوءِ به سڀ پڇي وڃن ٿا.

● هي ايئرڪنڊيشنر، ٽي وي، ڊش اينٽينا، ٽيليفون، سارو اليڪٽرانڪ- سرو سامان تون کڻ! مون کي ساوڻ جي جهڙ ڦڙ هيٺان واڻ واري کٽ موٽائي ڏي ته پاڻيءَ جي ڇڻڪار ۾، رلهيءَ کان سوا، هير جي جهلڪي تي سمهي پوان!

● انسان کي تمدن ايئن وڪوڙيو آهي جيئن ارڙ نانگ ڪنهن کي وڪوڙيندو آهي ۽ هن کي سگهه نه هوندي آهي ته اُن مان جان ڇڏائي سگهي!

● گانڌي ۽ ٽالسٽاءِ صحيح ها. هيءَ صنعتي تهذيب ساري جڪ آهي. من جي آنڊ مانڊ ۽ چين جي ڦرلٽ آهي!

● ڪتي جي وات ۾ هڏو وجهه ته هو ڀونڪي نه سگهي.

● ميان، تون به اُن کي ڪُلفي ٿو کارائين! هي ڏکو بيوقوف تنهنجي

ڪهڙي ڪم ايندو؟

● هر ڪوئي جيڪو مُرلي وڄائيندو آهي. اُن تي گوپيون نہ هرڪبيون آهن.

● اڄ رات برسات پئي آهي. پورو آسمان هڪ نيري گل وانگر لڳي رهيو آهي، جنهن تان ماڪ ڦڙا ڇُڪي رهيا آهن.

● ڇا ڪڏهن گلَ گلَ سان حسد ڪندو آهي؟ گلَ تہ هير ۾ ائين لڳندا آهن ڄڻ گڏجي ڪنهن قواليءَ تي ڪنڌ ڌوڻي رهيا آهن!

● شفق ۾ گلِ اشرفي تہ ڏس! ايئن ٿو لڳي ڄڻ پيلو خدا جو رنگ آهي.

● رنگ! رنگ! رنگ! بيرنگي مان تنهنجا ڪهڙا رنگ ڏسان!

● ڏس! هي سمندر ڪنهن مصور جي دل وانگر ڇوليون هڻي رهيو آهي! هو ستارا ڪيئن نہ اڇرج مان اکيون ڇنڀي رهيا آهن!

● تون هوا جي جهوٽي وانگر اچي هلي ويئينءَ! هوا جي جهوٽي کان ڪير پُڇي سگهندو تہ هو ڇو هليو ويندو آهي؟

● تنهنجيءَ سونهن مون کان داَن گهريو، مون اُن کي پنهنجي ننڊ ڏئي ڇڏي.

● منهنجي جادوگري ڏسندينءَ؟ هان، مان توکي شفق مان هي گل چُني ٿو ڏيان!

● پيغمبر چوندا ها تہ شاعري ساحري آهي. ڀلا شفق کي سورج مکيءَ جو ڪيت ساحري ئي تہ بنائي سگهندي آهي!

● وڄ! وڄ ڌرتيءَ سان وابستگي رکڻ وارا! آسمان سان وابستگي رک، جيڏانهن تون وڃڻو آهين. ڌرتيءَ ۾ تہ رکُو تنهنجا هڏا وڃي رهندا!

● ڇا هيءَ ڪائنات خدا جو اوجهاڻ آهي يا خدا اُن جو اوجهاڻ آهي؟

● هي سرنگهوءَ جو وڻ جو ڪائنات جي ڪئنواس تي تخليق ڪيو ويو آهي، ان کان وڌيڪ توکي خدا جي وجود جو ڪهڙو ثبوت گهرجي؟

● آءَ مجاز جي پل ٺاهيون! حقيقت تہ درياهہ آهي، ان ۾ ٻڏي ويندين.

● اي خوبصورت اکين واري! ڪڏهن سوچيو اٿئي تہ هرڻين کي موت تائين عينڪ نہ پائڻي پوندي آهي!

● اي پياري عورت! مان تنهنجو ڪيستائين انتظار ڪيان؟ تولاءِ تڪيندي تہ صديون گذري ويون آهن!

● تقدير تير وانگر پوري نشاني تي پهچي ٿي. ڇا تون تير کي تِڪ ۾ موڙي سگهندين؟

● اي روسي ڍڳا! تو تہ ٿونا هڻڻ ڇڏي ڏنا پر هَر نہ ٿو ڪاهين! اجا پيو ٻنيءَ تي ڪُر ڪرڙين!

● ٻاجاريءَ مان ڪنڌ ٿو ڪڍائين؟ ڏسجانءِ تہ ڪنڌ جي هڏي نہ ڀڃي پوئي!

● ڪنڌ ائين ٿو ڏڪيئي جيئن سَر اُتر واءَ ۾ ڏڪندا آهن ۽ نيٺ ٽٽي پوندا آهن.

● شاعري مقصد بالذات آهي. ان لاءِ ٻيو ڪهڙو مقصد گهرجيئي؟

● منزل ڳاهہ ۾ وڃي ڳاهہ ٿو رهي، منزل گم ٿي وڃي ٿي!

● ڪنارا هڪڙا اڃن ٿا، ٻيا وڃن ٿا. ندي وهندي ٿي رهي!

● هو تہ هليو ويو. اوهان روئو ڪنهن لاءِ ٿا؟

● ٻاڻ سان ايترو ڪڻ، جيترو ڪوهہ ٻيما ڪندو آهي. هر غير ضروري شيءِ تري وٽ ڇڏي ڏي!

● مان قطب نما آهيان. جيڪڏهن توکي منزل گهرجي تہ منهنجي پُٺ تان آءُ!

● ميان زلزلي ماپ جو اوزار زلزلو روڪي تہ نہ سگهندو آهي!

● انتظار کان موت سؤلو آهي.

● زندگيءَ جي ڊرامي جي آخري سين جيترو مختصر هجي اوترو بهتر.

● مهاتما ٻُڌ! بيماري، ٻُڍاپو، موت- واقعي انسان جون آخري حقيقتون تہ، اهي ئي آهن!

● ننڊ، ادب دشمن! هاڻي تہ هتي وڃ! مان لکي رهيو آهيان.

● ننڊ! مون کي زوريءَ اغوا ڪري رهي آهين، مونکي تو لاءِ وقت ڪٿي آهي؟

● وقت ڪيخسرو ۽ ڪيقباد اڏائي ڇڏيا. تون تہ ردي ڪاغذ آهين!

● آءُ جي جامِ جم ۽ آئينہ سڪندر ۾ پاڻ ڏسڻ چاهين! منهنجو

ڪتاب حاضر آهي!

● منهنجي ننڍ نہ ڦٽاءِ شاعري! مان ڪڏهن اهڙو سمهندو سانءِ جو وري نہ اٿندو سانءِ!

● ڳالهين جو ڳڪهير آهين، پر ڪنهن ڳالهہ ۾ ڪوئي ڳڻ بہ اٿي؟ ڪنهن ڳالهہ جو ڪوئي بڻ بہ اٿي؟ رڳو گهڻ وانگر وقت کي ڪائي رهيو آهين!

● منهنجو هر لفظ هڪ کهاڻي آهي. ميان محقق! مون تولاءِ ڪافي مواد ڇڏيو آهي.

● منهنجيءَ شاعري کي ڌيان سان پڙهہ! اها اهو ميوو آهي جو آدم ۽ حوا جي اولاد کي بهشت موٽائي ڏنو آهي.

● نفرت سان نفرت ڪر ۽ محبت سان محبت ڪر تہ تو ۾ ماڻهپو اچي.

● ڪيڏو نہ ڏنڌلڪو آهي! هندو ڪش پهاڙ ڪش هڻي رهيو آهي!

● مان هڪ مداريءَ وانگر ٻوليءَ کي ڪلابازيون نہ ڏياريندو رهيو آهيان. اُن ۾ رڳو ڪلا آهي. ان کي ڌيان سان پڙهي ڏس!

● هيءَ سٽ مون چنڊ جي سونهري مس مان قلم ٻوڙي لکي آهي.

● هوَ آواز ڪيڏانهن سڏي رهيو آهي؟ جي توکي شاعري پياري آهي تہ توکي اوڏانهن وڃڻو آهي.

● خدا اُن کي چنڊ ۽ ستارا آسمان جي پنڊيءَ تي رکي ڏنا پوءِ بہ تنهنجي شاعريءَ کي ڍؤ نہ ٿيو!

● تون ٿو چئين تقدير ڪائي شيءِ نہ آهي، مان اُن جو مجسم ثبوت آهيان. خدا ساريءَ ڪائنات جي دولت منهنجن پيرن ۾ ڦٽي ڪئي آهي.

● اي ڪاٽ ڪٽا! مُنهنجي شاعريءَ سان پنهنجا پَر مٽائيندين؟

● هُد هُد تنهنجيءَ قسمت ۾ ڪلنگي هئي، ڪويل جي قسمت ۾ گيت هيا. ان تي مان چا ٿو چئي سگهان!

● ايڏو نہ ٿڪاءِ، پاڻ کي ايڏو نہ لڪاءِ! ستار جي تار کي ايڏو بہ نہ تاڻ جو اُها ٽني پوي!

● برف رجي وئي، مون وٽيس جانسلر جي حارج جذيندي. اليا

امرن برگ وانگر چيو، 'نيٺ برف رجي وئي.'

● مون کي خبر آهي تہ تون ناشتو ٺي ڪوڙ سان ڪندو آهين پر ان ۾ گهٽيون پليٽون هونديون آهن؟

● سڀ دَر بند ڪَر! جڏهن هوا خوشبو کڻي اچي، تڏهن کولجانءِ!

● وعدي فراموش! توکان ملاقات جو وعدو فراموش ٿي ويجي تہ چڱو! مون کي ڪجهہ وقت بچي پوندو.

● تاريخ ۾ جيترو عوام کي ٺڳيو ويو آهي، اوترو ڪنهن کي بہ نہ ٺڳيو ويو آهي.

● عوام ۽ قوام، ٻئي هم قافيہ آهن. عوام جي ذهنيت ۽ قوام جي ڪيفيت ۾ ٿورو فرق آهي.

● هيءَ صدي رڳو بدي آهي اَن ۾ چڱي ڳالهہ تہ ڪا ٻُڌاءِ!

● سانَ وانگر تونا نہ هڻ! مٿان ڪاسائيءَ جي وَر چڙهي وجين!

● هن ڪُت خلق مان مُکت ڪر! باقي مان سمجهي وٺندس.

● ٿَر ۾ هڪ ڪاري ڪڪر پرسان چنڊ پيل جي گوڪروءَ وانگر لڳي رهيو هو.

● جي مڪاريءَ کان سوا ڪوئي مڪتبہ فڪر ٺاهي وٺين، تہ تون خدا جو منتخب انسان آهين.

● هئمليٽ! آءٌ تہ سوداءَ ورهايون. مان تہ هي سڀ اڪيلي سِر برداشت ڪري نہ ٿو سگهان!

● هي سڀ کان مٿي سانڙيا ڳاڙيا اجا سمجهي نہ سگهيا آهن تہ ايڪيهين صديءَ جا مسئلا ڪهڙا آهن!

● هي فون ڪال آهي، يا انت ڪال آهي؟ ڪيتري دير ڪئي اٿائين!

● گشي، نشي ۽ نشي وارا دوست پاسي رک! آهي تنهنجو اجايو وقت ٺا وڃائن.

● ٺَڪر سان ٺَڪرَ نہ هڻ، مٺو نہ ڦاٽي پويئي!

● مان ڇاٽان ٿو تہ جبل مٿان جُج آهي پر جا اهو ڳچ پنڌ تي آهي؟

● اترڙو ٿو لڳي! پر ڪنهنجي لاءِ! آنءٌ تہ سدا گلاب آهيان.

● دال ماني ڪاءِ! دنيا جي منهن ۾ ڌوڙ وجهہ! هوا کان وڌيڪ

آزاد رهه!

● دنيا ڍونڍ تي طالب ڪُتي، - بلهي شاهه! هاڻي ته دنيا جا طالب بگهڙ ٿي ويا آهن.

● پيرين اگهاڙو گهمين سگهين ته ڌرتيءَ کي مُنهن ۾ جوتو نه هڻ!

● ڪاڪ ڪُوڙو طلسم ته هئي! رڳو ميندري کي ڊوڙائي ماريو هُئائين!

● اهڙي ٻي ڪا هارَ، جو هار تي چنيسر مٽائين؟

● موکي! جي تُنهنجي مَٽَ ۾ سَپُ هو ته متارا ڇو مارايَئه؟

● سهڻي! درياهه ۾ ڇا لاءِ ٻڏينءَ؟ ڪير چُڪي ته ڌم ٻه پٽي ڏنئه!

● ڪُنڊا! ڇاڻي ٿو ته تون ڇو سڪو آهين؟ سڀ ڍور- ڏٿي ڏوڪو هيا.

● سنڌي ڪلاسيڪي ادب ساڳي ماني ساڳ سان آهي.

● سهڻي! جي ڪَنگ ٺي تنهنجا ڪانڌي ٿيڻا ها ته ڇا ميهار لاءِ ٻُڏڻ ضروري هو؟

● رانجهو! توکي جهنگ سيال ۾ مرڻو هو نه ته هير سان تنهنجو پلئه نه اٽڪي ها.

● ساليءِ لاءِ قحط سالي نه ٿيندي آهي.

● فيض، نرودا، ناظم حڪمت! ڇگو جو اوهان يو ايس ايس آر جي ٽٽڻ کان اول مري ويئه ۽ اوهان کي ايوتو شينڪو ۽ ووزنيسينسڪيءَ وانگر گلا جو گهانگهو پائڻو نه پيو!

● لورڪا! اسپين ائين پٽي هلندي. ڏاند کي ڇُچڪاري، هُن جي سيني ۾ تلوار کوڙي ويندي. تون ڇا لاءِ مُئين، لورڪا!

● حافظ! شاخِ نبات (حافظ جي محبوبا) پُڇي رهي آهي ته انهيءَ ديوان مان تنهنجي جان ڪڏهن ڇُٽندي؟

● منصور جا ڪپه. پير چمي رهيو آهين! مُنهن لالئون لال ٿي ويو اٿي!

● مهدي جون پوري! ڇيچڙي ۾ هڪ ماٺهو ڪافي نه آهي. شاهه بلاول سان گڏ مون کي به ڇيچڙي وجهه! ڪجهه خون ته پيڙجي نڪري!

● شاهه عنايت! توکي خبر آهي ته منهنجو سر گهڻا پيرا اڏيءَ تي ڏٺو اٿئون؟

● نور محمد ڪلهوڙا! تنهنجا پٽ تہ موتي آيا، مان اجا تائين نادر شاهہ وٽ يرغمال آهيان!

● مون کي ڪرڙيءَ جي ميدان ۾ مرڻو هو. مان ڪراچيءَ ڇو پڄي آيو آهيان!

● جي جوانيءَ ۾ مرندين تہ تنهنجو فوٽو ڪڏهن بہ پوڙهو نہ ٿيندو.

● توکي تہ خبر آهي تہ منهنجي هٿ ۾ لڪڻ نہ آهي، عصائي موسوي آهي جا درياءَ نيل بہ اڌ ڪري سگهندي آهي.

● اڙي امارو! آءُ تہ هُن جي اکين لاءِ ڪائي تشبيهہ ڳڌجي سوچون! مون اڪيلي کي تہ سوچ ۾ نہ ٿي اچي!

● غالب! تون شراب مان استعارا هٿ ڪرڻ لاءِ شراب پيئندو هئين يا تون سچ پچ شرابي هئين؟

● ڇا مان بہ سهرورديءَ وانگر واجب القتل آهيان؟

● حضرت نظام الدين اوليا! مان جڏهن تنهنجي درگاهہ تي آيو هوس تڏهن توکي مون ۾ امير خسرو نظر نہ آيو هو؟

● ملتان اندو لهي يا سجو لهي پر شيخ بهاءُالدين ذڪريا جي مزار کي ڏسڻ لاءِ اکيون گهرجن جي هر ڪنهن کي نہ آهن.

● حصرت مجدد الف ثاني! مان ڪيتري قدر تزڪِ جهانگيري تي اعتبار ڪري سگهان ٿو؟

● اڄ تہ ڪنڊڙيءَ تي ڏيئو جلائي اچون! جي روحل وسامي ويو تہ هيءَ ڌرتي وسامي ويندي.

● جگر مُراد آبادي! تَلير! تو ڪيئن سمجهو تہ پنجاب ۾ تنهنجو قدر ٿيندو؟

● ڇا خدا ساريءَ ڪائنات لاءِ هڪ آهي يا تنهنجي ديس ۾ ٻيو آهي ۽ منهنجي ديس ۾ ٻيو آهي؟

● ڪنهن بہ ٻار جي مُنهن تي مُرڪ ڏِس! توکي ڪائنات رابيل جي گل وانگر ٽڙندي نظر ايندي!

● پلي تہ هو هٿ ۾ منيءَ جو رانديڪو ڏسي مُرڪي! ٻار جي مُرڪ ڪائنات جو سرمايو آهي.

● جي ٻار ۽ گل نہ مجن ها، تہ هن ڪائنات جي تخليق بي معنيٰ هئي.

● ڇا هر رهزن ڪنهن وقت ٻار هو ۽ پينيوريون پڪڙيندو هو؟

● ٻيتائيءَ ڪيئي سال مونن ۾ مُنهن وجهي، ڇا تي ڏٺو؟

● ڇسا سَسا! تون آيو آهين مون کي پوپٽيون پڙهائڻ! ڇڻ مان تنهنجي اندر جي آرسي ڏسي نہ ٿو سگهان جا پڇي پورا ٿي پئي آهي!

● ڪيڏي ٻِياڙي ٿو هٿين؟ ڪياڙي ڪنهڻ جي فرصت بہ نہ ٿي مليئي!

● ڪوڙ! ڪوڙ! ڪُوڙ! تون سارو ڪُوڙ! ۽ تنهنجي ڪُوڙ کي سچ جو ذريعو سمجهڻ سپ کان وڏو ڪُوڙ!

● ٻِوٽيون نوٽن جون ٿي پريائين جي اڇا سبي بہ نہ سگهيو هو تہ موت مٿائنس اچي ڪڙڪيو ۽ سندس لاش قبر ۾ لنبي ڇڏيائين!

● جي تون منهنجي دشمن جو بہ دوست آهين، تہ منهنجو دوست ڪيئن ٿي سگهندين؟

هي مُرڪ ۾ ڪهڙو ڇُرو لڪايو ٿو ڦرين؟

تون جو ناشتو ٿي ڪوڙ سان ڪندو آهين، ڪڏهن تو منهنجا خومچا آزمايا آهن، جن جي لذت اوڙ آهي ۽ جن مان ڪنهنجو بہ ڍاڪئون هٿائيندين تہ توکي سچ سوا ڪجهہ نہ ملندو!

● ڪوڙ فقط انسان ڳالهائيندو آهي، ٻي ڪنهن بہ حيوان جي ڪردار ۽ گفتار ۾ ڪوڙ نہ هوندو آهي.

● لومڙ جي اولاد! شينهن سان مشق ڪري رهيو آهين؟

● سائيبيريا مان پکي هر سال ڪيئن ٿا دڳ ڳولي لهن، اهو ڇئي سگهندين؟

● ڪنليءَ ني ڪن ڪيئن تي ملي، تون اهو نہ سمجهي سگهيو آهين، تون خدا جي حقيقت کی سمجهڻ ٿو چاهين؟

● تو چيو، "خدا وٽ ... آهي، اندر نہ آهي."

مون جواب ڏنو، "تو خدا جو ... ڏٺو ئي ڪٿي آهي؟ اهو تہ پهاڙ ٻني ڦٽي ڪندو آهي."

* جنه ... ماڪوڙي، ڪوهہ ... ضخيم، آن کي فاضي

قاذن ڪان گهڻو عقل هو.

● شاهہ لطيف ترقي پسند هو؟ هُن پرولتاري انقلاب ٿي آندو؟ ميان، يا تہ تون چريو آهين، يا مان چريو آهيان!

● تون هڪ درويش جي خرقي مان دستر خوان جو ڪم ٿو وٺين! شاهہ جي شاعريءَ کي پنهنجيءَ سياست لاءِ استعمال نہ ڪرين تہ بهتر ٿيندو!

● ڀائو، راڄي ڀاڄي ٿيڻ سؤلو آهي، ڀاڄي راڄي ڪرڻ ڏکيو آهي!

● ڇا خدا کي طيش ايندو آهي؟ جي هائو، تہ ڀي طوفان نوح لاءِ وقت ويجهو آهي.

● ٻجرا ڪولي ڇڏ! ڇڏ تہ پکي هير جي هندوري ۾ جهولي!

● خدا رڳِ گردن ڪان ويجهو آهي پر اي علمِ بدن جا ماهر، اها ڳالهہ تنهنجيءَ سمجهہ کان مٿي آهي!

● اي آزادي! مون تہ طوطي جي ڪنٺي کي بہ غلاميءَ جو طوق سمجهيو آهي!

● هر ڪوئي آزاد ڄايو آهي ۽ موت هن کي زندگيءَ جي غلاميءَ مان آزاد ڪيو آهي ڇو تہ زندگيءَ هن کي پرايو نہ تہ پنهنجو غلام بڻايو آهي.

● پِنَ ڪَپار ۾ ڪير وانگر لڳندي آهي.

● ڀي ڪري ٺهڪ ٿو ڏين يا تقدير کي ڇهڪ ٿو ڏين، جا ڪڏهن ڪاوڙجي، تنهنجا تارا ڪيڏي وجهندي!

● نادر بہ نادر آهي پر قادر بہ قادر آهي، پر جيستائين قادر تحرڪ ۾ اچي، ڀادر بہ ڀادر آهي!

● تو ڪروبي ڏٺا آهن؟ آءُ هيءَ منهنجي ننڍڙي ڌوهٽي ڏس!

● تولاءِ تہ دروغ گوئي ذريعو بہ ناهي، مقصد بالذات آهي.

● اياگو! ڇا تون آٿيلو کي سمجهي سگهيو آهين؟

● مان مڃان ٿو تہ برائيءَ تولاءِ چڱائي ٿي سگهندي آهي، پر ڪيستائين؟

● تون تہ ائين ٿو لڳين ڄڻ تون ڪراماً ڪاتبين کي بہ ٺڳي ويندين ۽ هُو تنهنجي ڪوڙ کي سچ لکندا!

● خدا جي اسرار کي ڇو ٿو ڄاڻڻ چاهين؟ خدا کي اُن سان همٿ

چُراند نہ وٹندي آهي ڏسجانءِ، مٿان اُهو توکي نيست و نابود ڪري ڇڏي!

● خدا توکي ڊگهي رسي ڏني آهي! ڪنهن وقت پاڻ ٺي چوندءِ تہ اُن کي ڪپ ۽ تون پاڻ کي ائين ڪرڻ تي بيوس پائيندين!

● تون منهنجي ڪٿي تہ ٻُڌين! ڏوڪ ڏوڪان ۾ آهين!

پر اِڪتي تہ ڪاهي آهي، اونهي ڪڏ. جنهنجو ڪوئي ترو نہ آهي ۽ جنهن ۾ ڪري ڪوئي ٻاهر نہ نڪتو آهي.

● منهنجو رنج تہ ڪٿين، مان جو نانگا پربت کان ڳَوُرو آهيان ۽ تون هنومان بہ نہ آهين!

● رات هڪ ازلي شيديءَ وانگر ساريءَ ڪائنات کي پنهنجي مُگر مان تي نچائي رهي هُئي!

● وچ! مان توکي دعا تہ ڪيان! تُنهنجا پير ڏسي نانگ ٻر ۾ لڪي ويندو!

● ماءُ جي دُعا ڪَٽَ ۽ ڪٽ تي ويهہ! تون پَٽ تي ڪڏهن بہ نہ ڪِرندين!

● ماءُ بي بي مريم آهي، پُٽ کان مٿانهين آهي، پوءِ هن جو پُٽ پيغمبر ئي ڇو نہ هجي!

● ماءُ جي پيرن هيٺان بهشت آهي، اِترو هيٺ، جيترو ڌرتي آسمان کان هيٺ آهي.

● ماءُ جا پير چُم، اُهي توکي وري نہ ملندا!
هن جي خاڪ تي روئيندين تہ ڇا ٿيندو؟

● سڪندر ماءُ کي چيو، "امان، هي ساريون سلطنتون تنهنجي پيرن جي خاڪ برابر نہ آهن!"

● ماءُ جي تخليق هر آرٽسٽ جي تخليق کان عظيم تر آهي.

● تو جيئري هن جو خيال نہ ڪيو! وچ، ماءُ جي قبر تي روءُ! پنهنجون اکيون ائين اوت جو انهن ۾ هڪ لڙڪ نہ بچي!

● جڏهن خدا ڪائنات جي هڪ جهڙائي ڏسي ٻر تي پيو، تڏهن هُن ماءُ خلقي.

● ماءُ جي آغوش جهڙي عالم پناهہ ڪائي نہ آهي!

● انسان جي دل خدا جو تار- گهر آهي، ان مان هر مدعا تار وانگر وڃي ٿي ۽ منزل مقصود تي پهچي ٿي.

● تو مون کي منهنجي چوٽي ياد ڏياري جا مون به ڪٽي پڙهي هئي ته. 'پهاڙ جون چوٽيون ٿي هڪ ٻئي کي ڏسنديون آهن.' ان تي مون جواب ڏنو. 'تڏهن به ايوريسٽ ۽ انٽاپورنا برابر ته نه هونديون آهن.

● ڪاوڙ ۾ ڪو وڙ نه آهي. ڪاوڙ ڪوراڙ وانگر ونگيندي به آهي. ڏنگيندي به آهي.

● ڏوڪڙ کي ڪُڙ نه ٿيندي آهي، توکي چولين ۾ ڇُلائيندا ويندا.

● هر انسان ٻئي کي فاني ٿو سمجهي. پاڻ کي فاني نه ٿو سمجهي.

● زندگيءَ سان مذاق ته هر ڪوئي ڪري سگهندو آهي. ڪڙو جر ڪوئي موت سان مذاق ڪري ڏيکاري.

● تو حُب الوطنيءَ جو جُرم ڪيو آهي، مان توکي جنم ٽيپ ٿو ڏيان.

● قدرت مون کي زندگي ڏئي، مون تي احسان ڪيو آهي، يا مون قدرت کي شاعري ڏئي، ان تي احسان ڪيو آهي ۽ ان جو فيصلو ته سياڻو ڪندو جڏهن آءُ نه هوندس.

● تون ڇا ٿو سمجهين ته جنهن شاعريءَ جي تخليق ۾ مون سٺ ورهيه صرف ڪيا آهن، اُن تي تحقيق ۾ توکي اوترا ورهيه به نه لڳندا؟ تون ڇا ٿو سمجهين ته رسالا پڙهي، اُن تائين رسائي حاصل ڪري سگهندين؟

● جنهن وقت به ڪوئي انقلاب انسان دشمن ثابت ٿئي ٿو، تنهن وقت منهنجو ڪردار انقلاب دشمن آهي ۽ ٿيڻ به گهرجي.

● جي تون به انقلابي آهين ته انقلاب ۾ ڪا بُرائي ضرور آهي.

● تاڙي به هٿي هلندي آهي. مان ته هڪ هٿ سان ٻجو به ورلي ڏئي سگهندو آهيان!

● ڇا اڳي ڪائي اهڙي صدي ٿي آهي جو ڪُتو پوُنڪيو نه آهي؟

● اکين ٻوٽ! تون سچ سان اکيون ملائي سگهندين؟

● مون توسان چڱائي ڪئي، موٽ ۾ تو بُرائي ڏني. ٻئي پنهنجيءَ پنهنجيءَ فطرت کان مجبور آهيون!

● انقلاب جي مذهب ۾ دروغ گوئي گناهہ نہ آهي.
● ڇا ڪُتي ڪي بہ عقل هوڙ نڪرندي آهي؟
● تون مون کي گار ڏئي سگهين ٿو، مان توکي گار ڪري سگهان ٿو.
● منهنجيءَ چُپ مان ائين نہ سمجهہ تہ مان لاجواب ٿي ويو آهيان.
مان گفتار جو عادي آهيان. پڙنڪار جو نہ!
● يا خدا! مون کي صبر ايوب ڏي! هو فالج زده ڪُتو بہ مون تي پڙنڪڻ لڳو آهي.
● هر ماڻهوءَ کي پاڻ سمجهہ! ساري سنسار سان رشتو پيدا ڪر. ماڻهو تہ ڇا هر وَڻ جي ٽـڙ سان پاڪر پاءِ ۽ ان جون ٽاريون ڳلي لاءِ اهو بہ تنهنجو پاڻ آهي.
● مٽيءَ جي عزت ڪر! مٽي ابدي ماءُ آهي، آخر اُنهيءَ جي گود توکي ڪم ايندي.
● ٻاڙي ڪـان وَنءُ نہ وڃ! ٻاڙو ابو امڙ آهي. ٻاڙي ڪـان پنڌ شـروع ڪر، سنسار جي توڙ تي پهچي وڃ!
● تون ننڊ ۾ ڪجهہ چوين ٿو، مان جاڳي ٿو پوان تہ جيئن اهو لکي ڇڏيان. ڪجهہ ياد اچي ٿو، ڪجهہ وسري وڃي ٿو.
● جبريل ترنم ڇهڪا- جوش مليح آباديءَ جو هڪ استعارو آهي. نقاد اُن کي لفاظي ٿا سمجهن. مون کي تہ اهو حقيقت ٿو لڳي.
● شاعري ابتدا آهي، نثر انتها آهي. بشرطيڪ نثر پٺيان شاعريءَ وارو جذبو ڪار فرما هجي.
رسول اڪرم ﷺ ٽيهٺ ورهين جي عمر ۾ گذاري ويو. بزرگي انهيءَ عمر تي ختم ٿي. باقي درازيءَ عمر آهي.
● جي خدا تنهنجو ساٿي آهي تہ توکي ٻي ڪهڙي ساٿيءَ جي ضرورت آهي؟
● بيت آيت سان پنجو آزمايو آهي. ڏس. ڪجهہ ڏوڏا تڙڪي رهيا آهن!
● اي وڏن وارن واري! ڪاش تنهنجا وار منهنجيءَ چمار ڪان بہ وڏا ٿين. ۽ منهنجي بوئين دم تائين تنهنجا دام وچايل رهن!

● تون چئي سگھندين تہ تنھنجا سڀ سياست دان پيتائيءَ ۽ داتا گنج بخش تي پڙ چو ٿا چاڙهن! سڪندر مرزا ۽ ايوب خان تي چو نہ ٿا چاڙهن!

● "نصيب در تي بيٺو آهي!"

"چئينس تہ ڪجھہ وقت رکي اچي، مان لکي رهيو آهيان."

● "تقدير کي لتاڙي رهيو آهين!"

"پلئہ ٿو ڪيانس."

● هڪ دشمن تنھنجي اندر ۾ بہ آهي. اُن سان ويڙهہ جاري رک! تنھنجا ٻيا دشمن تہ موت ماري ڇڏيندو، ان کي فقط تون ماري ٿو سگھين!

● لينن جو ميوزم بند ڪري تاريخ سان مذاق نہ ڪيو ويو آهي، مذاق جي تاريخ مکمل ڪئي وئي آهي.

● اي فرانس! تنھنجي اندو چائنا ۾ شڪست ميري انٽونيٽ جي رت جي هڪ بہ ڦڙيءَ جو بدلو نہ چُڪايو آهي. اچا تہ ترس! اچا پورو انصاف ڪٿي ٿيو آهي!

● "ميان! تنھنجو ڳوٺ ڪھڙو آهي؟"

"پريان لوءِ."

"پوءِ تہ ساري ڪائنات تنھنجو ڳوٺ آهي!"

● "تون موري جي آهين؟"

"هائو."

"تڏهن تہ لوڪ گيت وانگر سڀ جي آهين!"

● منھنجون اکيون چشمي وانگر تنھنجو آئينو آهن، تون جا اُنهن ۾ چنڊ جي پاڇي وانگر آهين."

● ڇا تون ڄاڻين ٿي تہ منھنجي در تي تون پنھنجون ٻہ اکيون ڇڏي وئي آهين؟

● هي ساري ڪائنات مون کي تنھنجين اکين وانگر گھوري رهي آهي.

● مون کي نہ وڃڻو هو. مان موت کي ڏکي تنھنجي ملاقات لاءِ ترسي پيس، تون ڪيڏانهن هلي وئين؟

● گوربي! ڇا تون آمريڪا جو ايجنٽ هئين؟ ايڏيءَ وڏي سلطنت جو سربراھ ڪنھن جو ايجنٽ ڪيئن ٿو ٿي سگھي! تو وٽ ڇا جي ڪمي هئي،

روح جي چئن ڪان سواءِ!

● انصاف وڪڻين ٿو؟ خدا جي امانت ۾ خيانت ڪرين ٿو؟

● ايترا نوٽ ڇا ڪندين؟ ڪراماً ڪاتبين ڳٽي ٽڪجي پوندا ۽ تنهنجي حساب ڪتاب ۾ دير ٿي ويندي.

● ميان. خالي هٿين سفر ڪيڏو نه سٺائو آهي؟ رستي تي ڪيڏي نه اُنڪي سوا نند اچي وڃي ٿي!

● ڪيڏانهن ويا سومنات جا هيرا؟ ڪيڏانهن ويو محمود غزنوي؟ ڪجهه هٿ ڪي جهل! ڪجهه پاڻ کي پل!

● آءُ. منهنجو قانين پاسي ڪري ڏس! جيڪي ڪٿو اٿي، ڪڻ!

● پيسي هُن کي سقراط بڻائي ڇڏيو هو. هاڻي پيسو ويو ته هو سڪرات ۾ آهي!

● جتي انصاف صاف نه آهي، اُتي ڪجهه به صاف نه رهندو.

● نياءُ جي تارازيءَ ۾ ڪاڻ نه وجهه! نياءُ انڌو ته ٿي سگهي ٿو. ڪاڻو نه ٿو ٿي سگهي.

● نياءُ تي ٽِڪو نه لاءِ! نياءُ سِڪي تي نه مناءِ. چاهي اُهو سونو ڇو نه هجي!

● هو چوي ٿو ته. "مان سياسي ماڻهو آهيان." مان چوان ٿو ته "پهرين ان ڳالهه تي اچون ته تون ماڻهو آهين يا نه. پوءِ ان تي اچون ته تون سياسي ماڻهو آهين يا نه!"

● ميان ايڏو ڊرو! مٿي تي قطب مينار کڻي ٿو هلين!

● ماڻهوءَ کان نه بچي وئين. خدا کان ڪيستائين بچندين؟

● جيستائين مون سان تنهنجي نيت سچي هئي. تنهنجو وار ونگو نه ٿيو. جڏهن اُها ڦري تنهنجا ڏينهن ڏنگا ٿيا.

● ايفل ٽاوَر وانگر نه ٿيءُ! تو جهڙن ماڻهن کي بئنسٽائيل ۾ وجهندا آهن.

● "ڳوٺ ڪهڙو اٿي؟"

"مُلا ڪاتيار."

"مُلا ڪاتيار ۽ ملاقات يار ۾ ڪيڏو نه فرق آهي؟"

● مون کي طعنا ڏيڻ وارا! دستر خوان ڪشادو رک! ائين نہ ٿئي تہ مون ڪان اڳ موت اچي تنهنجو مهمان ٿئي!

● اکين پوٽ نہ ٿيءُ! ائين نہ ٿئي تہ ٿنهنجون اکيون سدائين لاءِ پوتجي وڃن!

● ماڻهوءَ جو وڏي ۾ وڏو ادرش ماڻهو آهي.

● هاٿي تہ مٽي جا وار وڏيڪ اچا ٿي ويا اٿي، ڪير نانگن وانگر!

● پلئہ ٿي ڪرين! افسوس. مون تہ تولاءِ سڄي ڪائنات جهوليءَ ۾ جهلي هئي!

● پراڻا يار پُراڻي مڌ وانگر وڻن ٿا. اها پي ڳالهہ آهي تہ موکيءَ جي ڪنهن ڪنهن مَٽ جي وِهہ وهاڻي ٿي ڇڏي!

● هي تنهنجا ئي هٿ تہ آهن جي منهنجي بنسريءَ تي رکيا آهن.

● آپو ڪيڏي ڇڏ تہ پوڙهاپو پاڻ ئي ختم ٿي ويندو.

● ماءُ ماءُ ٿيندي آهي، پوءِ اها ڪنهنجي بہ ماءُ هجي! هُن جي پيرن تي هٿ رک!

پيڻ پيڻ ٿيندي آهي، پوءِ اها ڪنهنجي بہ پيڻ هجي!
هُن جي مٿي تي هٿ رک!
ديس ديس ٿيندو آهي، پوءِ اهو ڪنهنجو بہ ديس هُجي!
اُن جي مٽيءَ ۾ پاٿيءَ کي خدا ٿاهيندو آهي، پوءِ اهو ڪنهنجو بہ خدا ڇو نہ هجي.

پيار پيار ٿيندو آهي. دين مذاهب ان سان پُجي نہ ٿا سگهن. اُن جي جاءِ اوچي ۾ اوچي آسمان تي آهي. پيار جو بندو ٿيءُ! پاڻ تان سڀ بند لاهي ڇڏ!

● رباب تي پيري نہ ايندي آهي.

● اي عورت! تنهنجي پيار ۾ موتئي جي خوشبو آهي. اُن جو کهڙو ڪٿت تہ اها ڪيتري دير ملي.
خوشبو گل جي شاعري آهي.

● منهنجي موت کان پوءِ تنهنجي صحن ۾ ڪوئي گلاب جو گل ڪڙي تہ ائين سمجهجانءِ تہ مان توڏي موٽي آيو آهيان.

● شاعر! توکي غصي لاءِ وقت بہ آهي ڇا؟
● ميان! شراب جو جام اڳيئي ڇلڪي رهيو آهي. اُن ۾ جاءِ ڪٿي آهي تہ وڌيڪ وِڌ وجهين؟
● وچ، مون توکي معاف ڪيو. ڪنهنجي ڪري، اهو توکي ڇا ٻڌايان!
● تو مهمان سَراءِ کي پيءُ جي اوطاق سمجهيو آهي! لٽا ڇنڊي، هَلندو ٿيءُ!
● مان توکي ڪُڙڪيٽي جي مَٽُ بہ نہ ٿو ڀانيان ۽ تون سمجهين ٿو تہ تون سارو رستو روشن ڪري سگهين ٿو!
● ميان موت جو مهمان تہ تون آهين. مون وٽ تہ اڃا هن جو دعوت نامون ئي نہ پهتو آهي.
● 'رات ڏٺائين روجهہ، پاڻ ۽ ڪ اوٺي آئيا!' (ٻنائي)
ڇا روجهہ اوٺي تي سگهن ٿا؟ ڇا ٻنائي دنيا جو پهريون سرئيلسٽ شاعر هو؟
● شاعر آهين؟ اکين ۾ آگم اٿي؟ روجهہ اڳيئي اَجايل آهن.
● آءُ. ٻوريءَ انسان ذات جي پاران ڳوڙها ڳاڙ! صليب تنهنجي انتظار ۾ آهي.
● ڏهر ۾ ڏيئا ٽم ٽم ڪري رهيا آهن، واريءَ تي آسمان لهي آيو آهي.
● ميان! غيب ۾ ڪوئي عيب تہ نہ آهي؟ جو اُهو تنهنجي سات هجي، تہ ڪهڙو هرج آهي؟
● سرءُ جي سانجهي بهار جي باک کان وڌيڪ خوبصورت ٿيندي آهي. پيلا پَن ساوَن پنن کان وڌيڪ من لڀائيندا آهن.
● اي عمر! شهر زاد وانگر ٿيءُ! هر رات نئين ڪهاڻيءَ جو اضافو ڪندي رهہ!
● تلوار کي اکيون نہ ٿينديون آهن. اها پنهنجو پرائو نہ ڏسندي آهي.
● 'راتڙيون جاڳن جي، سي آنءُ ڪندڙي سيڻ' - ڀٽائي! مون کان وڌيڪ شاعريءَ لاءِ راتيون ڪير جاڳيو هوندو؟

- نظرئي لاءِ نظر شرط اول آهي.
- ڇا سوريءَ تي ٺُنهنجا پير ايترا ٿڌا ٿي ويندا، جو منهنجا چپ انهن کي ڇمي ڏيندي گهبرائيندا؟
- ننڍي ڪويل! ٺُنهنجي ڳلي ۾ به ساڳيو ئي گيت آهي، جهڙو وڏيءَ ڪويل جي ڳلي ۾. ان ڪري تنهنجن پرن تي هٿ ڦيريندي مون کي تو ۾ ۽ هُن ۾ فرق محسوس نه ٿيو آهي.
- هي جنگ جو نغارو فرشتن جا ڪن ڦاڙي ڇڏيندو هوندو!
- قلندر جي ڌمال تي نچون يا قلندر جي ڌمال ۾ نچون؟
- هوءَ رابعه بصريءَ وانگر آهي ۽ جڏهن هن جي سهيلي هن سان گڏ هوندي آهي ته هوءَ سچو قلندر لڳندي آهي.
- اي عورت! تنهنجي پيار ۾ موتئي جي خوشبو آهي. ان جو کهڙو ڪَٽ آهي ته اُها ڪيترو وقت هلي!
- منهنجي موت کان پوءِ، هر ڪويل کي غور سان ڏسجانءِ! متان اها منهنجو نئون جنم هجي!
- هر گل شاعر آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته تون اُن جا گيت ٻُڌي نه ٿو سگهين.
- هر پن قدرت جي رُباعي، مخمس يا مُسدس آهي. وڻن ۾ نظم معرا نه ٿيندو آهي. ها، هوا آزاد نظم وانگر گهُلندي آهي. ان تي پابندي اَچائي آهي.
- منهنجي شاعري تهجد کان اڳ شروع ٿيندي آهي.
- مون کي سڀ کان وڏو قطب قطب تارو لڳندو آهي.
- تو ڪڏهن ميري ماجدلين صليب تي ڏٺي آهي؟ ڪڏهن هُن لاءِ يسوع کي روئيندو ڏٺو آهي؟
- ميان، ناموس لاءِ ايترو ڇتو به نه ٿيءُ! ناموس به فانوس وانگر ٻَري ٻَري وسامي ويندو آهي.
- وڃ ڙي وڃ! مون کي تو دنيا جي حقيقت سمجهائين! ڇا دنيا جي به ڪا حقيقت آهي!
- نئين نازي ازم جا جرمنيءَ ۾ هٽلر واري نازي ازم کي اُپاري سگهي

ٿي؟ توکي به ساڳيءَ طرح اميد آهي ته پاڪستان ۾ مارڪسزم ڪڏهن اُيري ايندي!

● ميان 'اوروا ڪروزر' تان بالشيوڪ جهنڊو هٽايو ويو آهي. اُهو فقط تنهنجي روح ۾ ڦڙ ڦڙائي رهيو آهي ۽ توکان فيض جي پيغمبرانه سٽ وسري وئي آهي.

اب يہاں کوئی نہیں، کوئی نہیں آئے گا۔

● دل چوي ٿي ته ناظم حڪمت تي ايترو روئان جو ڊئنيوب ندي ڀرجي، ڇلڪي پئي!

● اي ڪميونزم جا مهدي آخر زمان! تون ڪڏهن ٿو اچين؟ هي ويچارا ڪامريڊ تنهنجي انتظار ۾ وينا آهن.

● اٿين نه آهي ته مان مايوسي ٿو ڦهلايان. مان اجائي آس جو مُنڍ ڪان ويري رهيو آهيان.

● ڇهڙ تنهنجي فطرت آهي ۽ رهڙ جو مان عادي نه آهيان.

● حسن بن صباح جي بهشت ۽ ڪميونزم ۾ مون ڪي ڪوئي فرق نظر نه ٿو اچي.

● راسپيوٽين! گورباچوف تو درويش جو پلئہ ڪيو آهي.

● وڻ جي چوٽيءَ تي نه ويهه ته چاڙهاڪي جي شڪار ۾ نه ماريو وڃين!

● سچ اُيار جي آس ڪندي، هَن جا وار اڇا ٿي ويا آهن.

● مُنهنجو انسان مان اعتبار ڪيڻ وارا! ڪيترا نه انسانن دوستيءَ تي وعظ ڪري رهيو آهين!

● تون مون کان نفرت ان لاءِ ٿو ڪرين جو توکي محسوس ٿيو آهي ته هي مون کي سمجهي ويو آهي. رڳو ڪنهن سبب ڪري مُنهن تي سچ نه ٿو چوي!

● هن چيو. "جو اندر جي ڪارن تي پنا ڪارا ڪري رهيو آهين؟"
مون هن کي جواب ڏنو. "هن جو منهن ته ڪارو ڪري نه ٿو سگهان. رڳو پنائي ڪارا ڪري ٿو سگهان!"

● [illegible] منهنجو وڏي ۾ وڏو نقصان ڪيو آهي. منهنجو انسان ذات

مان اعتبار ڪڍي وڌو اٿي!

- تو جهڙي مُرڪ سچي ٿي نہ ٿي سگهي.
- هاڻي آدرشي جيستائين رِشي نہ آهي، هُن مان ويساهہ ڪچي ويو آهي.
- قيامت فقط مڪافات عمل جو علامتي نالو آهي.
- هُن کي سزا ڏيندي پاڻ اهڙو ڏوهہ نہ ڪر جو هُن ڪيو آهي.
- ڏاهو ۽ ڦاهو، لفظ هم قافيہ ڇو آهن؟
- "ٻوهو ٻارڻ"، انقلابيءَ جو پراڻو ڏنڊو آهي.
- دوستي هڪ ذاتي قدر آهي ۽ هر نظرياتي قدر کان مٿي آهي.
- بي مقصد حياتيءَ کان بامقصد موت چڱو آهي.
- مقصد لاءِ مرڻ وارا! ڀھريون اهو تہ طئي ڪر تہ زندگيءَ جو مقصد ڪهڙو آهي!
- اسلامي بنياد پرست! تو سنڌ ۾ "بغداد ٿي ويو" محاورو ٻڌو آهي؟
- ميان، ويهين صدي اڄي پوري ٿي آهي، تون ان جي شروعات ۾ ئي رهين. ڇڻ اڄا ٽراٽسڪي سمالنيءَ ۾ تقرير ڪري رهيو آهي!
- عوام ايئن ٻڙ ٻڙ يا، بي ڇٺا ۽ ڪنور هاڻي ٿيا يا اهي شروع کان آهن؟ ڇو تو پٽرس ڪميون دهرائڻ چاهين؟
- پو ڍاوا! پٽسي توکي مٿي جي آڦري ڏئي ڇڏي آهي.
- فٽنگ لزي، جي مان ننهنجي جاءِ تي هجان ها تہ بيجنگ ۾ ائين ئي ڪيان ها جيئن تو ڪيو آهي.
- مائوزي تنگ! قاتل! انقلاب جي ڪهڙي قتل تي پردو وجهي، ڪهڙي تي وجهندين؟
- ناديزدا! اسپ ميندانستام جي خون جو حساب ڪهڙي کاتي ۾ وڌو ويندو؟ بس، اهوئي ڪيو اٿائون نہ تہ هُن جي شاعريءَ تان بندش لاٿي اٿائون!
- اليا اهرن برگ استالن توکي ڪنهن ڳالهہ جي ڪري ڇڏي ڏنو يا تو هُن کي بيوقوف بڻائي وئين؟
- ميان! هلڻ هارن سان چڱو هل! اهي اڳتي وري توکي ملن ... جو

ڪيئن چئجي، مٿان تنهنجي راهہ ۾ي هجي!

● چري! دل ڇو ٽوڙيءِ؟ اها تہ تنهنجو آئينو هئي جنهن ۾ تون پاڻ کي ڏسندي هئينءَ!

● مسافر! سوچي لنگھہ! هن سراءِ جو پويون دروازو کھڙي وقت بہ کلي سگھي ٿو. ان کان ٻاهر گھٽيءَ ۾ چا آهي، اهو ڪوئي بہ نہ ٿو ڄاڻي!

● زندگيءَ جي ڪتاب تي موت مُهر وانگر آهي، تون اها مهر ڦڪي هڻين يا چٽي هڻين، اها ڳالهہ توتي منحصر آهي.

● زندگي هڪ قلعو آهي. بهتر ٿيندو تہ ان کي چوڌاري عشق جي اوچي ديوار ڏين ۽ ڪافي وقت لاءِ موت جو مقابلو ڪري سگھين

پر اهو نہ وسار تہ موت جو ڪمند ان جي ڪنگري تي ڪنهن وقت بہ اچي اٽڪي!

● مان زندگيءَ جو شاعر آهيان ۽ اُن جي هر گل کي محبوبہ جي رخسار وانگر ڏٺو اٿم. موت جو ذڪر ڪري، مان تو ۾ ڪائي مايوسي پيدا ڪرڻ نہ ٿو چاهيان. رڳو توکي چؤڪس رکڻ ٿو چاهيان تہ جنهن وقت بہ ڪوچ جو نقارو وڄي، تنهن وقت تون تيار هجين ۽ تنهنجو هڪ پير اڳيئي رڪاب ۾ هجي!

● زندگيءَ جي ديوار ۾ سوراخ ڪري، ڪنهن بہ ان جي ٻي پار نہ ڏٺو آهي!

● مومن جي وڏي ۾ وڏي نشاني اها آهي تہ هو هڪ پل لاءِ بہ موت کي فراموش نہ ڪندو آهي. اهڙي فراموشيءَ لاءِ زندگيءَ سان محبت ڇڏڻ ضروري نہ آهي. دراصل موت جي اها يادگيري تہ اهو ڪنهن وقت بہ اچڻو آهي، زندگيءَ سان محبت کي وڌائي ٿي.

● زندگيءَ جي ڳنڍ ڪچي ڌاڳي وانگر رک! جيئن اها ٽٽي تہ افسوس نہ ٿئي!

● موت کان ڊڄ نہ! موت سان محبت بہ نہ ڪر! پر جي اُن کان نفرت کي پاسي رکي سگھين تہ تولاءِ چڱو آهي.

● زندگيءَ سان پيار؟ ڏاڍو چڱو! پر اهڙيءَ طرح جو ان کي ڇڏيندي توکي اک ۾ ڳوڙهو نہ اچي!

● هو لکاڻيتي هو پر سکر ۾ هن کي "ٽڳڙي شاهه" ڪوٺيندا ها! ڪهڙو نه بامعنيٰ نالو آهي. سکر بئريج ڏانهن ويندي توکي هُن جو مڪان نظر ايندو. ويران لڳو پيو آهي ۽ ڪائي ٽڳڙي به ڳولي نه ٿي لڀي.

● سراءِ وارو حيران آهي ته تون زندگيءَ جي خالي ٿيل صراحيءَ کي حسرت سان ڇو ڏسي رهيو آهين! اُها ته هن جي ملڪيت آهي!

● هر فرعون لاءِ وقت دريا نيل آهي.

● ڇا موت کان پوءِ توکي شاعريءَ لاءِ وجهه ملندو؟ پر موت خود به ته شاعري آهي ۽ هُو هر انسان کي هر- قافيه ٻڌائي ٿو ڇڏي ۽ ساڳي رديف ڏئي ٿو.

● بحر طويل ۾ هجي يا بحر خفيف ۾. پر پنهنجي صورتن ۾ زندگي مُترنم هجڻ گهرجي. ترنم کان سواءِ زندگي ڪهڙي؟

● بربط کڻ ۽ خيام جي رُباعي ٻُڌ!

ڀلا چنگيز ۽ هلاڪوءَ جو دؤر ڀيو ڪهڙي طرح گذاري ٿو سگهجي؟

● ڪبابيءَ جي دڪان تي ابوالعلا معريءَ جو ديوان پڙهي رهيو آهين!

● وڃين ٿو؟ ڀلي وڃ! مون کي روئاري ڇو ٿو وڃين؟

● منهنجو هڪ دوست ڏندرو هو. مون هن کي چرچي ۾ چيو "تون چُپ آهين ته چڻ مُرڪين ٿو، مُرڪين ٿو ته چڻ کلين ٿو، کلين ٿو ته چڻ هوڙ ٿو ڪيائين!"

هو پنهنجو وڏو ڏند ڪڍائي، پٿر جو ڏند وجهائي آيو ۽ مون کي ائين محسوس ٿيو ته مون خدا جي اسٽوڊيو ۾ هن جي اجازت کان سوا گهري، هُن جي تصوير سان هٿ چُراند ڪئي!

منهنجو دوست کلڻ وقت، جڏهن وڏي ڏند کي لڪائيندو هو، تڏهن ڪيڏو نه خوبصورت لڳندو هو!

● ميان! جام کي تري تائين ته پيتو اٿي. لڳي ايئن ٿو ته اُن جو شيشو به چٻاڙي ويندين!

● تون ته ڪچي پندي هئين، مون توتي ڏِڳڙ رکي احسان ڪيو هو.

● هر سوشلسٽ اذيت پرست آهي. اسٽالن ۽ بيريا جي اولاد اڄا مئي نه آهي. ٽڙي ٻکڙي وئي آهي.

● ڇڏ يار! مان تنهنجي قد ڪاٺ ڪي سڃاڻان! جيئن تنهنجي ڪاٺ ڪي سَرو نڳي ويو آهي، تيئن تنهنجي قد تي طرو وڌي ويو آهي.

● "يا خدا! منهنجي ديس کي امن ۽ آزاديءَ ۾ آڻ!" شايد اهي لفظ ٺڳور جا آهن. ان دعا ۾ ڪهڙو اضافو ٿي سگهي ٿو؟

● جن مائن پيغمبر پيدا ڪيا، اهي پهرين تو وانگر الهڙ ڇوڪريون هيون.

● اي مهمان! خدا تنهنجو رزق توسان گڏ موڪلي ٿو.

● چولستان، ٿر جي ريگستان ڪان وڌيڪ غريب آهي. مٿان ان سان نفرت ڪرين! غريب غريبن سان نفرت نہ ڪندا آهن ۽ نہ حسد! غريبي هڪ قدرِ مشترڪ آهي ۽ نيڪيءَ جو باعث آهي.

● تون ممڪنات مان نہ آهين. تو کي سمجهڻ لاءِ ناممڪنات جي تہ تائين پهچڻو پوندو.

● مباحثا، فلسفا، نفظي آزاد خياليءَ مذهبي تعصب کان نجات ڪافي نہ آهي. جي مان قاضيءَ انقضات هجان ها تہ انارڪليءَ بدران اڪبر کي ديوار ۾ پورايان ها!

● عشق ڪيو نہ ويندو آهي، ٿي ويندو آهي.

● پَرن ۾ سگهہ اٿي تہ اُڏام! آسمان جي وسعت لامحدود آهي.

● هل تہ ڪوئٽي جي قبر تي هلون ۽ هن کان پڇون، "علامہ اقبال کي سڃاڻين؟"

● ڇا ڪنهن وٽ اهڙو رَندو آهي جو لوح محفوظ کي ڇلي صاف ڪري ڇڏي ۽ اُن تي ڪائي تحرير نہ رهي؟

● انقلابي! تنهنجي اڳر مگر تي مان اڳر تڪر ناس ڪري چُڪو آهيان. وري ساڳيءَ طرح ڇپي ڇٽي ڳالهائي رهيو آهين!

● گهوڙو بہ ٻڌڻ ڪونہ ڏيندين! وڻ تہ ڪٻي ڪونہ ٿو وڃان!

● هن کي ڪا خبر نہ آهي تہ هن جا ڪيترا مداح اڄي مڙيا آهن، جي سنهنجي صحت مند نفرتن جي باوجود. هن جي حب اُتي بچائي نہ سگهيون.

● هو ڪنهن [illegible] جنهن ۾ خدا ڪان سوءِ [illegible]

ڪوئي نہ آهي.

● سوين اڄن ٿا، سوين وڃن ٿا. وقت جو درياه وهندو رهي ٿو، پنهنجيءَ رفتار ۾ مست ۽ ڪڏهن بہ ٻڌن تي ڀاڪاري نہ ٿو.

● ڇا ايڏي جدوجهد واري زندگي پوري ٿي وئي!

● مٿا روشنيءَ جي رفتار ڪان بہ تيز ويندا آهن. پر پوءِ بہ هو توڪان دوُر نہ هوندا آهن!

● خدا آهي تہ سهين. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ توکي نظر نہ ٿو اچي!

● ميان، ٻي جهان ڏانهن ٿو وڃين، پنهنجي ائڊريس تہ ڇڏي وڃ!

● مان هنن کي گهٽو ٿو چوان تہ اسين دڳ ڀُلجي ويا آهيون، پر هوَ مون تي الر ڪري چون ٿا تہ تون ٿڪجي پيو آهين ۽ ان ڪري دڳ کي ڪُدڳ ڪوٺي رهيو آهين.

● ايڏي هوڙيائي! ايڏي ڏوڪ ڏوڪان! ڏس تہ سهين تہ دنيا ۾ ڇا وهي واپري رهيو آهي!

● ميان، هي ڳالهہ تہ هيري جي ڪٽي وانگر آهي پر وينجهارڪو ويڙهو ويجهي ڇڪ ۾ نظر نہ ٿو اچي. تون چاهين تہ اها پنهنجي ويندي ۾ وجهي سگهين ٿو. مان توکي مفت ۾ ٿو ڏيان!

● هاٿيءَ جي هوديءَ ۾ ويهي، اِتي ڏڪر راند نہ ڪيڏبي آهي؟

● بودليئر پنهنجي تباهي آندي پر فرانس کي تہ اڏي ڇڏيائين!

● هيءَ پکيءَ جي ڪٽنني آهي، ڳچيءَ جو ڳٽ نہ آهي.

● ”ڳنڍيون منجهہ ڳنڍير، مون من ماروئڙن سين“ - ڳنڍير جون ڳنڍيون ڇوڙي تہ نہ ٿو سگهين، ڪپي سگهين ٿو!

● موت! تون هڪ اگري حقيقت آهين. دل چوي ٿي تہ آرٽ جي دنيا ۾ ايترو محو ٿيان جو تون صفا وسري وڃين.

● جهونا ڳڙهہ جُهري جُڪو آهي ۽ راءِ ڏياچ جو سِر پنهنجو ڌڙ ڳولي رهيو آهي.

● ڪڙ ڪپيتا ڦاسائي سگهندين، چانڊوٺا ڦاسائي نہ سگهندين! شاعري ايتري آسانيءَ سان مُٺ ۾ نہ ايندي آهي!

● ايڏي پنهنجپائي! اڄ تہ ملي آهين پر ڄڻ صدين کان واقف آهين!

اهو اڪيلي ۾ ڇا لکايو اٿي؟

● مون ٿنهنجين اکين ۾ ڪڪر ڪارونيار ڏسي توکي اوڙڪن ڪان اڳ ۾ ئي ٻڌائي ڇڏيو ته مون وٽ ڇنو نه آهي!

● هو مرڪزي حڪومت ۾ سيڪريٽري هو. ڪالهه هن اسلام آباد ۾ مون کي جاءِ تي گهر گهرايو هو ۽ دعوت لاءِ آب پاره ۾ ڪنهن بيڪري مان ڪيڪ ورتو هئائين. اڄ هو مري چڪو آهي. آب پاره ۾ اها بيڪري اٿيئي آهي. امر جليل! ڇا اها بوري کپائي نه آهي؟ ڇا ان جي ڦهلاءُ جي ضرورت آهي؟

● ڪوڙڪيءَ مان هرتي پير ڇڏائي رهي آهي ۽ چنڊ کي روئڻ اچي رهيو آهي.

● موت بگهڙ آهي. هن جي پُوَ ڪان لوڙهي کي ٻنڌو ڏيڻ اچايو آهي. هو سڀ لوڙها ٽپي سگهندو آهي.

● ميان. سيڪڙوَ نه سوين. سوال آهي ته سر ڪير ٿو ڏئي؟

● منهنجي من کي ايترو تڪو به نه ڪر ته چاقو سراڻ کي ڪَپي نه ڇڏي!

● چڱي سيڪت ڏني اٿي. وري سنگت ۾ ويساهه نه ويهندو!

● پٽائي هي ساڳي سگڙي ڪير وڄائي رهيو آهي جا اڳ مون ڪراڙ جي ڪپ تي ٻڌي هُئي؟

● هُن جي ڪُلهن تي ڪارا وار ڏسي مُرس ڪڪجي پيو آهي. هوءَ سانوري، سلوني هُن ڪان وِسري نه ٿي وسري!

● ڪُسڪين چو ٿو. ڪُسنبو ٿي نه آهي. ڪوئي تپ لاءِ ڪاڙهو نه نه آهي! اتيئي وينو هوندين نه اُپ گهمي ايندين! ڪڪر رٽ تيار ڪيون بيٺا آهن.

● ڪرڪريا! ايترو ڪُرڪُرو! هو سُتو پيو آهي جنهن ساري رات نَڇيو آهي ۽ فرشتا هن تي موز سنڪ لوڏي رهيا آهن.

● ڪا ڏاڍي ڪتڪي رهيو آهي ۽ هو ترڪش ۾ باقي رهيل تير ڳڻي رهيو آهي!

● [illegible] گهوها!

● ڪالهہ هو ڪاري پاڻيءَ ڏانهن ويندي، پاڻيءَ جي جهاز تي ڳائي رهيا ها.

"مون کي سارو سمنڊ، چڻ آزاديءَ آڇيو."

۽ تيز ڇوليون جهاز سان ٽڪري هڻ سان تال ملائي رهيون هيون. اڄ اهي ڪٿي آهن؟ انڊمان نڪوبار ۾ انهن جي هڏن تي چنڊ جا ڪرڻا رات جي ڳوڙهن وانگر ڪري رهيا آهن!

● ڄامشوري جي سرءُ ۾ ڪانگن جا ڪانگيرا ٻڌي، دل ڪيڏي نہ اداس ٿي ويندي آهي ۽ سانجهيءَ جون وِڪون رات ڏانهن ويندي روڪجي وينديون آهن!

● ڇَت واري وقت کان پٽ رهجي آئي آهي. اڳتي بہ تنهنجو آسرو آهي!

● پڪاسو سگريٽ جا ٻہ ڪش هڻي تصوير ڪڍي وٺندو هو. مان بہ ايتري وقت ۾ نظم لکي سگهندو آهيان.

● "لکيو لوهاڻان ڪوٽ پجي!" ڪيڏو نہ پيغمبرانہ شان آهي انهي ڪهاوت ۾!

● نادان! پنهنجي زبان کي لغام ڏي! ڄاڻين ٿو تہ ڪٿي بيٺو آهين؟ هتي تہ حافظ ڪورنش ڪندو آهي ۽ خيام ساقي ٿري ڪندي اپي ۾ نہ سمائبو آهي!

● هو پوڙهو ٿي چڪو آهي، هُن جون اکيون جهانورجي ويون آهن پر هوَ اڄان فرينچ انقلاب لاءِ واجهائي رهيو آهي ۽ اهو ڏسي نہ ٿو سگهي تہ وڏيرو گهوڙي بدران پجيرو جيپ ۾ وچي رهيو آهي.

● گهوڙي جا نرا ايترا اُپا بہ نہ ڪر تہ اُن جا نعل نڪري وڃن! زمين تہ ڏس! ڪيتري نہ سنگلاخ آهي.

● ٺيڪ آ، موت کان خوف اچايو آهي، ڇو تہ موت آهي ئي ڪونہ زندگي جاودان آهي، مسلسل آهي. پر ڇا تون مڪافات عمل کان بہ ٿو ڊڄين؟ ڇا تون اهو نہ ٿو ڄاڻين تہ انسان آسڪر وائيلڊ جو ڊورين گري بہ ٿي سگهندو آهي؟

● ٿمٿما ٻري رهيا آهن. عود ۽ لوبان جي خوشبو اچي رهي آهي.

محفل پنهنجي رنگ تي آهي. ڇا توکي معلوم نه آهي ته اهي رنگ رليون ڪيترو وقت آهن؟ ڇا تون اهو نه ٿو چاهين ته هيءَ ڌرتي هڪ وڏي اجگر وانگر وات ٻتي ويٺي آهي؟ تون جو دسترخوان تي ايترو هشاش بشاش ويٺو آهين ۽ ٿهڪ ڏئي رهيو آهين. ڇا تون چاهين ٿو ته تون خود موت جو هڪ گرهه آهين!

● تون خدا جو گناهگار آهين يا انسان جو؟ جي پهرين ڳالهه صحيح آهي ته تون ڪوئي خوف نه ڪر ڇو ته خدا غفار ۽ رحيم آهي. پر جي ٻي ڳالهه صحيح آهي ته خدا قهار آهي ۽ هن وٽ معافيءَ جي ڪائي گنجائش نه آهي.

● اڄ، ادب سان پير جهُڪائي ويهه! تون آسمان جي اڳيان بيٺو آهين، تون ان جي اڳيان آهين، جنهن موت جي اسرار کي ڇاتو آهي.

● ڇا تو اڄ ٿوهر جي ڪنڊياريءَ ٽاريءَ ۾ ڳاڙها گل ڏٺا آهن؟ جي ها ته ڪجهه وقت ڌيرج ڇو نه ٿو ڪرين؟ نيٺ ته رُت ڦري ويندي؟

● شفق جي ڳاڙهي رنگ ۾ ڦولاريل ٿوهر ڪان وسري ويندو آهي ته هُن ۾ ڪنڊا به آهن.

● ڪنڊو ته ڪَنڊو ئي آهي، پوءِ اهو گلاب جو هجي يا ٿوهر جو؟ يا ٻنهي ۾ ڪوئي فرق آهي؟

● نعري باز! ڪڏهن هڪڙي رات به شهر خموشان ۾ گذاري اٿي؟

● ڇا سُک اهو پنڇي آهي، جنهن کي ڪنهن به ڏٺو نه آهي. رڳو اُن جون پوليون ٻُڌيون آهن؟

● اي نيرا بادل! ڇا مُنهنجي روح کي تو وانگر اطمينان اچي نه سگهندو؟

● ڇا تون ڪرامات جو قائل نه آهين؟ ڇا تون منهنجي شاعري نه پڙهي آهي؟

● لورڪا! تون نه خانه بدوش جا گيت ڳائيندو هئين! توکي هنن مٽيءَ جي گهر ۾ قيد ڇو ڪيو؟

● ناظم حڪمت! يو. ايس. ايس آر تنهنجي ڪان پوءِ تون ٻڌائي سگهندين ته تو ڇا لاءِ ترڪيءَ ۾ نو سال قيد ڪاٽيو ۽ باقي عمر روس ۾

جلاوطنيءَ ۾ گذاري؟

● اي اديب! جي توکي ادب پيارو آهي تہ تاريخ سان گهٽ نہ وچڙ ۽ جي وچڙين بہ تہ رڳو پنهنجي خطي سان وِچڙ! پورو ڌرتي جو گولو ڪلهي تي تہ نہ کڻ!

● ڀرين پاڻ کي تہ سُڌار، هليو آهين دنيا کي سُڌارڻ!

● تون ڀريون پنهنجي پاڙيسريءَ سان تہ چڱو هل! انسانذات تہ وڏي ڳالهہ آهي!

● اي خدا! مون کي شمس تبريز جون اکيون ڏي تہ جڏهن ڪتابن ڏانهن ڏسان تڏهن انهن مان باهہ جا الا اڀرڻ لڳن!

● جڏ تہ مان مينهوڳيءَ ۾ واريءَ جي ڍڙي تي مٿو رکي ليٽي پوان! انسانذات، مون کي ڪيڏي وڳوڙ ۾ وڌو اٿي!

● جي پاڳل خاني ۾ پاڳل آهن تہ انهن کان اهي پاڳل وڌيڪ خطرناڪ آهن جي پاڳل خاني کان ٻاهر آهن.

● وجو وجو، اوهان لاءِ پوريءَ دنيا جيترو پاڳل خانو پيو آهي! وجو ان ۾ چوپڙ ڪيڏو ۽ ڍارن بدران گوليون اڇلايو!

● ڇا تون وڏو ماڻهو آهين؟

تون وڏو تہ آهين، ماڻهو ناهين.

● بيوقوف!

تيستائين تنهنجي هٿ ۾ خارش ٿيندي، جيستائين تون سچ کي ٻجو نہ ڏيندين.

● سقراط پنهنجي شاگرد کي چيو:

”جڏهن اوهان منهنجي لاش کي ڪٽي هلندؤ، تڏهن مان اوهان جي پٺيان ايندس. رڳو اوهان ڏسي نہ سگهندؤ!“

● منهنجي اکين مان لنگهڻ هڪ جوالا جي مُنهن ۾ پير رکڻ وانگر آهي.

● سڀ کان ڏکيو سوال، جنهن جو ڪوبہ انسان هن وقت تائين تسلي بخش جواب ڏئي نہ سگهيو آهي، سو آهي: ”تون ڪير آهين؟“

● اي وسريل سٽ! ڇا تون منهنجي ازلي حافظي ۾ گم ٿي ويئينءَ؟ ڇا مون کي ٻي زندگيءَ ۾ ياد ايندينءَ؟

● يا خدا! مونکي تلوار نه گهرجي. مون لاءِ صليب بناءِ!

● چنگ جي وڄائڻ اچي. ته ان کان وڌيڪ تکو ڇُرو ڪوبه نه آهي.

● توکي پريان ڦٽڪيءَ وانگر ٿو لڳي. هونءَ ته موت مصريءَ جي ٽڙ آهي.

● زندگي بصر جي ڪِل وانگر آهي. ان کي ڏسي ڳوڙها اچي ٿا وڃن نه ته موت ايترو ٻُرو به نه آهي!

● جي ٿوري ڳڙ مان ڪم نڪري ته تقرير کي ايترو گوڪائي ڇو ٿو ٻٽائين؟

● ڪڏهن خواب ۾ ٻليءَ کي پنهنجا ڇڄڙا به نظر آيا آهن؟

● آبوءِ! هن ڪوس گهر مٿان ڪيتريون نه هليون اچي مڙيون آهن!

● ڇا تون ڄاڻين ٿو ته خدا ڪيترو نه چپ چاپ تنهنجي ڪِڌ اچي رهيو آهي. رڳو تو مُنهن ورائي نه ڏٺو آهي.

● هر ماڻهوءَ جي ماس ۾ ڪيڙا انتظار ڪن ٿا.

● ڇا. جڏهن ماڻهو گگرين ۽ گولاڙن کان وڇڙي وڃي ٿو تڏهن ئي مارئي ٿئي ٿو؟

● تنهنجي ساري ڪائنات منهنجي ڪمري جي مَٽ نه آهي. هي ان کان وڏو آهي.

● جميله هاشمي! "دشت- سوس" پڙهي مون کي عجب آيو ته تون مون سان فقط هڪ پيرو ڍاڪا ۾ ملي هئينءَ. تو منهنجي سوانح عمري ڪيئن لکي؟

● يار! توکي ننڊ ۾ يادگيري آهي ته جاڳ ۾ تون ٻُڪيو هئين يا سُڪيو هئين؟

● ڏس! سمنڊ منهنجي ڪمري ۾ پيهي آيو آهيءَ مان ان جي لهرن ۾ ترندي رهيو آهيان.

● تون جو مون کان منهنجي موت وانگر رُسي ويئين آهين؟

● واڳون هٿ ۾ ۽ پير رڪاب ۾ رک ۽ اِهو ڄاڻ تہ عمر جي گهوڙي کي ڪٿي روڪڻو آهي.

● هن ننڍڙي ڪڙڪپيتي کي سمجهي سگهين تہ سورج تنهنجي پهچ کان ٻاهر نہ آهي.

● ارغون ڪٿي آهن؟ ترخان ڪٿي آهن؟ هي دؤر بہ گذري ويندو.

● ڪيڏي نہ تکڙ آهي مون کي؟ برسات ۾ لياريءَ نديءَ کان بہ وڌيڪ!

● طوفان اچا هَني تي نہ ويٺو آ، اُن جو پير رڪاب ۾ ئي آهي. مان ڪو مصور هجان تہ ان جي تصوير ڪيئي وٺان ها.

● مون ڪالهہ ٻي ٽي اين تي "ترانسڪيءَ جو موت" فلم ڏسي، سوچيو تہ هڪ هر جي چوني ڪائنات کي بہ اڏ ڪري سگهي ٿي.

● جي مون کي ٻي جنم ۾ بہ شاعر ٿيڻو آهي تہ منهنجي شاعري اُتان شروع ٿيندي جتي مان ڇڏيان ٿو. موت هڪ تسلسل آهي، هڪ قطع ڪلامي آهي، ٿوري وقت لاءِ.

● آنءَ ازل کان اڪيلو پکي هوس. خبر نہ آهي تہ مون کان ماڳ ڪيئن وسري ويو ۽ سڌو چار ڏانهن ويس!

● هومر اُڊيسيءَ ۾ چيو آهي:

هن پنهنجيءَ ڇاتيءَ تي ڌڪ هڻي پنهنجي ۽ دل کي چيو: "اچا جتاءَ ڪر! تو هن کان بہ گهڻو وڌيڪ سٺو آهي."

● برنارڊشا خدا کي ٺاهي رهيو آهي ۽ خدا مُرڪي هن کي ڊاهي رهيو آهي.

● ميان! تون تاريخ مان سبق نہ ٿو سکين؟ ڇا تون سڪندر کان بہ وڏو آهين؟ ڇا تنهنجو ڪوئي بابُل نہ آهي؟

● "دارا! هي دنيا پاڳل خانو آهي" سرمد چيو، "تون ان جي ڪيڏ لڳي مٿو وڃائيندين! هي اورنگزيب سڀ کان وڌيڪ پاڳل آهي ۽ انڪري تاج تخت جو حقدار آهي."

● "گورباچوف! مان اڪيلو نہ آهيان، ساري تاريخ ان غلطيءَ جي قيمت ادا ڪري رهي آهي تہ اُن ٻڪونن جي جاءِ تي مارڪس کي ليڊر ڇو

ڪيو؟"

● مان سنڌ ۾ پيدا ٿيو آهيان، شوپنهار جرمنيءَ ۾ پيدا ٿيو هو، جڏهن مان به هن وانگر مري ويندس. ته ان جي اهميت ڪهڙي رهندي ته ڪير ڪٿي پيدا ٿيو هو! جڏهن ڪيڏاريءَ جو تماشو پورو ٿئي ٿو. تڏهن ان ڳولا لاءِ جاکوڙ اجائي آهي ته ڪهڙي ڪٺ پتلي ڪٿي رکي وئي آهي.

● ڇا خدا کي ڄاڻڻ ڪانسواءِ هن کي ائين ميڄي نه ٿو سگهين؟ ڇو پنهنجي ڪَڍ پيو آهين؟

● ڇا اڄ تائين ڪنهن ڄاتو آهي ته وڇونءَ کي ڏنگ مان ڪهڙو مزو ايندو آهي؟

● زندگي نجد جي صحرا وانگر آهي. ليليٰ فقط مجنونءَ جو تصوُر آهي.

● مُصور تصوير ۾ جان وجهي سگهي ته خدا ٿي وڃي.

● اجمير ۾ مان به اکيون ڏٺيون. انهن مُنهنجين اکين ۾ ايتري آراڌنا سان ڏٺو جو آنءَ پاڻ کي سچ پچ دَشينت وانگر سمجهڻ لڳس. جي هوءَ شڪنتلا هُئي ته منهنجي جيون ۾ ڪيترو دير سان آئي هئي!

● ڇا زندگيءَ ۾ پوري خوشي نه آهي، فقط اُن جي آس آهي؟ ڇا انسان پاڇن پٺيان ڊوڙن ٿا؟ ۽ پاڇا جڏهن لهندڙ سج جا آهن، تڏهن ٿڪجي بيهن ٿا.

● چوندا آهن: "نيڪي ڪري درياهه ۾ وجهه" درياهه ڪيڏو نه وڏو آهي ۽ درياهه ۾ پئي هر شيءِ درياهه ٿي وڃي ٿي.

● ڀرتري هَريءَ ڪانسواءِ، ٻيو ڪوئي پٽسي وارو ٻڌاءِ جو شاعري ڪري سگهيو آهي؟ نه وري ڀرتريءَ هريءَ ان ڪري شاعري ڪئي هئي جو هَن وٽ پٽسو هو.

● ميان! پٽسو پِٽ آهي، جنهن وٽ آهي اهو عذاب ۾ آهي.

● متعصب انسان! مان توکي چڱيءَ طرح سمجهان ٿو. نيٺ تون اجنتا ۽ ايلورا کي بم سان اڏائيندين، شايد انهن سان گڏ تاج محل کي به.

● سکر بار روم ۾ ويٺا هياسين. 1965ع واري جنگ ڇڙي چُڪي هئي. ريڊيو تي آيو ته، "پاڪستان پائلٽ، هندستان پائلٽ تي حملو ڪيو ۽

”اس کے چھکے چھڑا دیا“ مون ٺهڪ ڏئي چيو، ”هي جنگ ڪي اڃا چوپڙ
جي راند ٿا سمجهن. ڪيڏا نہ بيوقوف آهن.“ ٻي ڏينهن تي مون ڪي ٽي مهينا
جيل ۾ وڌائون.

● زندگي هڪ تبسم جو نانءُ آهي، پر اها بہ هر ڪنهن ڪي نصيب
نہ آهي.

● تنهنجي ٻئي موت جو چرو ڏسي نہ ٿي سگهي، جو تنهنجي پويان
ٿو اچي.

● توکي تقدير ۾ اعتبار نہ آهي. مان ٻانيان ٿو تہ اها ڳالهہ بہ تنهنجي
تقدير ۾ آهي.

● مون کي مرندي موت محسوس نہ ٿيندو.

● لوئي آراگون ڪميونسٽ نہ هجي ها تہ بهتر شاعر هجي ها. حقيقت
تہ هڪ فريب آهي، جو ڪجهہ آهي ماروا آهي.

● امريڪي انقلاب پنهنجي اقتصادي سامراجيت جي باوجود والٽ
وٽمئن ۽ رابرٽ فراسٽ پيدا ڪري سگهيو. ان ۾ ڪا تہ ڳالهہ هئي!

● پاسترناڪ مري ويو. زواگو زنده آهي.

● ميان، مرندي تہ تون تنها هوندين. جماعت تہ توسان فقط جنازي
نماز تائين هوندي.

● ننڍي ۾ ننڍي جمهوريت وڏي ۾ وڏي آمريت کان چڱي آهي.

● غالب چيو آهي:

”کف افسوس ملنا، عهد تجدید تمنا ہے“

ڇا الطاف پائي اها ڳالهہ سمجهي سگهي ٿو؟

● ڪنهن سان اينتري سڪ بہ نہ رکُ، جو اُن ۾ سُڪ ٿي وڃين!

● جي ماٿهوءَ ۽ نانگ ٻنهي کي کير پيارينديں، تہ توکي ٻنهي ۾ فقط
هڪ فرق نظر ايندو. نانگ توکي ڏنگڻ مهل اُن چاڻ کان وانجهي هوندو تہ
هو توکي ڏنگي رهيو آهي.

● هو توکي ڏسي سڙي رهيو آهي. ٻلي سڙي، آخر باهہ تنهنجي تہ نہ
آهي، هُن جي پنهنجي آهي!

● مهانگي سارو ڏينهن مچيون وڪئي چانديءَ جا سڪا ڳڻي رهي هئي.

اڏيءَ تي پيل چلر هن تي کلي رهيا ها.

● ڪرسيءَ جون ٽنگون ڀڄنديون آهن ته انهن جي ملر پٽي نه ٿي سگهندي آهي.

● هي تنهنجو لاش پيو آهي. رڳو تون ٺي نه ٿو چاهين ته هي تنهنجو لاش آهي! يا تون چاهين ٿو؟

● ڇا ٽراٽسڪيءَ ۽ اسٽالن جي موت ۾ اذيت ساڳي هئي؟

● تون ڀاڪو ڏيڻ ٿو چاهين؟ چنگيز خان کي ڀاڪو ڏي ڇا مليو؟

● ڇا تون خلاباز آهين يا فقط خلا آهين. نيٺ ته پوئين ڳالهه صحيح آهي، بازي ٿوري وقت لاءِ آهي.

● مشتري ۽ مريخ ته ڏاڍو ڏور آهي. توکي انهن کان به پري ٿو ڏسان، پنهنجي پاڻ ۾.

● جي منهنجي شاعري توکي خدا جي وجود جو ثبوت نه ٿي لڳي ته اڃا توکي ٻيو ڪهڙو ثبوت گهرجي.

● فيض جيل ۾ نه هجي ها ته اها شاعري ڪري سگهي ها. ڇا هن دست صبا ۽ زندان نامه ۾ ڪئي هئي؟

● ڇا دست صبا ۽ زندان نامه تخليق ٿيڻي هئي. ان ڪري فيض کي جيل ۾ وڃڻو پيو.

● ڪاليداس، وڪرماجيت کان وڏو ماڻهو هيو. ڇا توکي ان ۾ ڪوئي شڪ آهي؟

● تون استريءَ کي ديوي ٿو سڏين! استري تؤنري آهي، تڏو آهي، داٻلو آهي ۽ جي ديوي آهي ته رڳو تنهنجين اکين ۾ آهي.

● ٿلسيءَ جي ٻوٽي کي پاڻي ڏئي رهيو آهين. صبح کي وڏيڪ اجرو ٿو ڪرين!

● جي تون چاهين ٿو ته ڪويل ڪوڪندي ڇو آهي، ته تون منهنجيءَ شاعريءَ جو ڀرپور اڀياس لکي سگهين ٿو.

● پاڪستان ۾ بنياد پرست رات جو چمڙن وانگر اڏامندا آهن ۽ ڏينهن جو ان جي ڇت ۾ اونڌا لٽڪي پوندا آهن.

● نيٺ ته ڪن پل لٺ ننڍ ڪيڻ؟

موت جو ذائقو چکي ورتئہ!

● يا خدا! ڪيستائين انسانن کي جانورن جي رعايا ٿيڻو پوندو؟

● فن جيترو موت جي ويجهو اچي ٿو. اوترو پيلي گلاب جي گل وانگر نڙي پوي ٿو.

● جي هاڻي مونکي اهو احساس ٿئي تہ تون ايتري پيار جي لائق نہ هئينءَ تہ ڇا مان توکان ڏنل پيار موٽائي وٺي ٿو سگهان؟

● ڇا موت جي ويسر ۾ ڪائي اهڙي سار آهي جا ويسر واري نہ ٿي سگهي؟

● تون چوين ٿو تہ موت اتفاق آهي، مان چوان ٿو تہ ان جو وقت اُن مهل طئي ٿيو هو، جنهن وقت اجان تون ڄايو نہ هئين.

● ڇا روح ۽ شعور ساڳي ڳالهہ آهي؟ يا شعور دماغ سان واڳيل آهي ۽ شعور جو خاتمو روح جو خاتمو نہ آهي؟ يا شعور روح جو حصو آهي، جو موت کان پوءِ روح ۾ي جسم ۾ ڪٽي وڃي ٿو؟ جي ها تہ ڪيئن، ڪهڙيءَ طرح، ڪيتري حد تائين، ان جو جواب مشڪل آهي.

● موت کي ڪئلينڊر تہ ڪونہ هوندو آهي، ڪمپاس هوندي آهي.

● اشوڪ کان اڪبر تائين گهڻيون صديون گذريون؟ شايد وچ واري تاريخ کي فالج ٿي پيو هو!

● فيض خوش نصيب هو، جو گلاسنوست ۽ پيرسترائيڪا کان اڳ ۾ گذاري ويو.

● موت جي قُربت شايد حواس تيز ڪري ڇڏيندي آهي.

● هي دنيا هڪ سراءِ آهي، ان مان هر ڪنهن کي لڏڻو آهي. ان ڳالهہ تي نہ افسوس ٿيڻ گهرجي نہ عجب، سياڻپ جي تقاضا اها آهي تہ ان کي گهَرُ نہ سمجهين.

● تون ڪوڙ سان نياءُ ڪري، ڪيڏو نہ خوش لڳين رهيو آهين! پر ڇا تون سچ پچ خوش آهين؟ ڇا تنهنجي چهري تي چمڪ ۽ يدار آهي؟ يا اها انهيءَ وڄ جي چمڪ وانگر آهي، جا توتي نيٽ ڪري، توکي رک ڪري ڇڏيندي؟

● ڪنهن انگريز جج فتوي ڏني آهي تہ، " پنهنجي زال سان نہ زنا ٿي

سگهندي آهي.“

ماڻهن کي عقل ڪيترو نه دير سان ٿو اچي!

● ماڻهن کي عقل هوڙ ويهارو ورهين کان پوءِ نڪرندي آهي، ڪنهن ڪنهن قوم کي پنهنجيءَ تباهي کان اڳ عقل هوڙ نه نڪرندي آهي.

● مان ته توکي به بچائڻ چاهيان، پر مان ڇا ڪيان توکي خودڪشيءَ جو شوق ڪنيو بيٺو آهي.

● ڇا مزدڪ وري وري أيري ايندو؟

● چون ٿا ته خودڪشيءَ جو به هڪ نظريو هوندو آهي!

● ٿوڪٿو نيٺ ته ڦاٽي پيو. ان جي اندرين هوا ٻاهرين هوا لاءِ ڪيترو بي چئن آهي؟

● سچا دوست ڇڏي تو ڪوڙا اپنايا آهن، جي تنهنجا ڪانڊي به ٿيندا، تنهنجي قبر به ٿيندا.

● تون جو ڪاذب آهين، پنهنجي قبر تي پاڻ گل رکي رهيو آهين!

● مان ڏسان ٿو تنهنجو موت، جو تنهنجي ترو تازه جسم تي پيل گلاب جا گل سنگهي رهيو آهي!

● هوَ هوا ۾ معلق آهي، نظرئي ۾ ٿو رهي.

● ڌرتي وڏي يا نظريو وڏو؟ ظاهر آهي ته وڏو اهو ٿيندو، جنهنجه دماغ بادلن ۾ هجي پوءِ هن جا پير ڌرتيءَ تي ڳنل هجن يا نه.

● طنز ڏاڍڻ جي منهن تان رئو لاهي وٺندي آهي.

● ڇا ڀِڏي تي ڪلڻ طنز ۾ شامل آهي؟

● واهه ڙي مستقبل جي تاريخ!

سنگ پيو آهي، لحد ڪونهي!

● مونکي تخت تي نه ويهاريءِ تاج نه پهراءِ، توکي معلوم نه آهي ته تاج و تخت جي قسمت انت پيرن ۾ هوندي آهي؟

● موت جڏهن نوڪر هٿندو آهي، تڏهن هڏا قبرن مان نڪري نِڪرن پِترن سان ملي ويندا آهن.

● موت اهو ملاح آهي جو ڪروڙين ڪشتيون ڪاهي ٿو، پر پوءِ به هن جا بازو نه ٿا ٿڪجن.

● موت ته هر ڪنهن کي ماري ٿو ڇڏي، افسوس آهي انهن تي جن کي زندگي ماري ٿي ڇڏي.

● ڇا مون توسان عشق ڪيو هو؟ يا پاڻ سان عشق ڪيو هو؟ يا عشق سان عشق ڪيو هو؟

● منهنجيءَ شاعريءَ مان تنهنجي اکين جي ڳالهه ڪڍي ڇڏجي ته باقي ڇا بچي؟

● پنهنجا زلف پيرن ۾ نه وَٽ، نانگ ديوتا ٿيندا آهن.

● ائين ٿڌي ٿانهري آگرين جي ڏوڏن مان نڪاوَ نه ڪَڍ، مٿان وچ ٽڙڪاٽ ڪري رهي آهي!

● سارو جهنگ باهه ۾ وڪوڙجي ويو آهي. هاٿي بتي پارين به ته ڇا، نه پارين به ته ڇا؟

● ميان! موت ته ويجهو آهي، زندگي پري آهي!

● ميان توتيو ته جام ٿو ملي، جي ناس پتو نه ٿو ملي!

● هاڻ ته ڪانوَن جا بچا عقاب ٿي پيا آهن!

● مان توتي دانهين آهيان اي ديس! مان توتي دانهين آهيان، نيٺ ته دربار لڳندي، جنهن ۾ منهنجي دانهن ٻڌبي!

ڏرتي! تون ڪهڙو جانور آهين؟ تنهنجي ٻَچ ٻَچ مان بوءِ اچي رهي آهي!

● اردو اخبارن کان ڪير وڏيڪ چاٽي ته تيليءَ مان ٿنبي ۽ ٿنبي مان تيلي ڪيئن ڪبي آهي!

● سدائين ڪَتي ته نه هوندي، سانوڻ نيٺ ته اچڻو آهي!

● تون ته چوين ٿو ته هن کي اونڌي کوپري آهي. مان پڇان ٿو ته هن کي کوپري آهي به سهي يا آهي ئي ڪونه؟

● ڇا 'ترٽلو' لفظ 'تر' مان نڪتو آهي. سنڌ جي تاريخ مان جواب جي انتظار ۾ آهيان؟

● صدام حسين! سنڌ يءَ ۾ چوندا آهن: "اٺ جي چاڙهيءَ تي به لعنت، لاهيءَ تي به لعنت."

● شيوا جي! تنهنجو خنجر توکي لڳي ويو، افضل خان ڪراچيءَ اچي نڪتو.

● ڇا توکي معلوم آهي ته تاريخ ۾ ڪائي گهڙي صدين کان وڏي هوندي آهي؟

● اي لکندڙ آگر! لک، هن وقت تائين، هن ديس کي اُبتي پٽي پڙهائي وئي آهي!

● اي سياست وارؤ! اوهان ڌرتيءَ جي فلسفي ۾ اعتبار نه ٿا ڪيو. اجا تائين اوهان کي آپ ڏسڻ ۾ نٿو اچي!

● سنڌ جو پاڻي بند ڪرڻ ٿو چاهين! ڪٿي آنو آنڻ نه ٿي وڃين!

● موت سيني کان ڏاڍو آهي ته به ڊڪٽيٽر نه آهي. سيني کي جمهوريت آڇي ٿو.

● آڪن تي پارو، اکين کي ڪيترو نه وڻندو آهي. اها ئي ڳالهه آهي ته آڪن جا پن سڪي سڙي ويندا آهن.

● ٻوٽو هوندءِ ته ٻاريندين! هيل ته پاري سڀ ٻوٽا سُڪائي ڇڏيا آهن.

● ڇا هيءَ جبل جيڏي رات اڃي پوري ٿي آهي؟

● مون کي سڄ جهڙيون نگاهون آهن. تنهنجن اڇن وارن جي برف رجي پوندي.

● نيرو، صدام کان ته چڱو هيو جو هَن وانگر چريو هيو پر رڳو ستار هلائيندو هيو.

● سرمد! تيستائين موت جو ڀؤ ٿيندو آهي، جيستائين جلاد جي تلوار گردن ني ڪرندي آهي.

● سڀڻن آهوجا ڪان ڪني سامتائيءَ تائين سنڌ ورهاڱي ۾ ڇا نه وڃايو آهي!

● ڇا پوپٽي، لاڏيءَ جو ٻيو جنم آهي؟

● اتم به سنڌ آهي، ڪميونسٽ آهي ته پو ڇا؟ متان مونسان اُن جي گلا ڪرين!

● هَري! ڇا تون مُنهنجي آڏيسيءَ ۾ هومَر جو ڪوئي ڪردار آهين؟

● نرمل ۽ پَرمل لاءِ ته مون ٻُڌو آهي ته راجا ڏاهر جون ڌيئر هيون، پر ڪنهن ڇيو ٿي ته هن کي سندريءَ نالي ٽين ڌيءُ به هئي.

● نند جويري! توڙي مان به شڪارپور ۾ پيدا ٿيو آهيان پر شڪارپور صحيح معنيٰ ۾ تو مونکي ڪهمائي آهي.

● شيام جئسنگهاڻي، اها تنهنجي ڳالهه نه آهي ته تون ڊي- ايچ لارينس وانگر آهين.

● حشو ڪيولراماڻيءَ ڪي الهاس نگر ۾ رات گذارڻ لاءِ ڪوئي گهر نه هوندو هو ته هو مساڻ جي وچ ۾ سمهندو هو. جتي ڪوئي هن کان پڇندو هو ته هو ائين ڇو ٿو ڪري ته جواب ۾ هو چوندو هو: "نيٺ ته اتي ئي وڃڻو آهي."

● ڪيرت ٻاٻاڻي: تنهنجي ڏاڙهي ڏسي مون کي الائي ڇو بخارن ٿو ياد اچي! پر تون ته روسي ڳهٽ آهين. هندي وڏيڪ ۽ اُن کان به وڏيڪ سنڌي آهين.

● ڇا موت هر ڪنهن کي ماري ٿو سگهي؟ نارائڻ شيام کي ته ماري ڏيکاري!

● اندرا پوناوالا! پنهنجي دور جي تعصب سان پنجو اٽڪائڻ ڪيڏو نه ڏکيو آهي! ڇا تون روپ متيءَ جو ٻيو جنم آهين!

● تون سچ پچ ڏکايل آهين دوست! مون هڪ ڀيرو توکي سوامي نارائڻ ڪئمپ ۾ ڏٺو هو. ڪاش! مان توکي هڪ ڀيرو ٻيهر ڏسي، تو کان پڇان ته تو سنڌ ۾ پون ڌان تحريڪ نه ڏٺي هئي ڇا؟

● ڇا لُڀين کي به ڌرم ٿيندا آهن؟

● اي هينئين طبقي جا سنڌي ماستر! تنهنجي لاڙڪاڻي سان ايتري محبت ڏسي مون کي يقين اچي ويو ته توکي يار محمد ڪلهوڙي جو روح آهي.

● اي سنڌيو! اوهان مان جن جا نالا مونکان وسري ٿا وڃن، ائين سمجهو ته اوهان اُها پنا تانو جي شبيهه آهيو. ڇا سنڌ جي لوڪ گيتن کي اُهي جن جي شاعرن جا نالا معلوم نه آهن.

● اي جڳت آڏواڻي! پرمانند ميوارام، ڀيرو مل، مهر چند، لعل چند، امر ڏنو مل. اهي سڀ نيڪ آهن پر سيني کي تنهنجي جتي ويڪري لڳندي!

● ڪيئل داس فاني! تون اِڃا باقي آهين. باقي رهندين. بقا ته منهنجي

پراڻي ڪنيز آهي، جا مان توکي ٿو ڏيان.

● ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ اتي تہ سوامي رام تيرٿ آپگهات ڪيو هو!

● چوندا آهن تہ حسد کي پيليون اکيون ٿينديون آهن، پر ٿُنهنجي اکين ۾ تہ شيشا آهن. ڇا اُهي بہ پيلا آهن؟

● سڳن آهوجا گذاري ويو. هن هڪ ڀيري مون کي چيو هو، "هتي ڪيترا ماڻهو آهن جي امرتا جا ڪانکي آهن ، پر انهن کي خبر نہ آهي تہ جڏهن مينهن پوي، تڏهن ڇا ڪنداسين!"

● نارائڻ شيام مون کي هڪ ڀيري چيو هو: "اياز! موت اسان کي ڍڪ ڍڪ ڪري پيئي ٿو، ڳيت سان نہ ٿو پيئي."

● مون شيام کي چيو "شيام! تون اڳئين جنم ۾ وديا پتي هئين ڇا؟"
شيام چپن تي آڱر رکي چيو هو "شُو... او... متان ٻي ڪنهن کي ٻُڌائين؟" پوءِ هڪ وڏو ٺهڪ ڏنو هيائين.

● پراڻا دوست، پراڻي شراب وانگر ٿيندا آهن. انهن سان گڏ پيءُ تہ تي جام ڪيتري عمر موٽائي ڏيندا آهن.

● سيٺ! تنهنجو پيٽ تجوڙي آهي.
منهنجو دماغ تجوڙي آهي.
پر ٻنهي تجوڙين جي چاٻي ساڳي نہ آهي.

● تون مونکي جوانيءَ ۾ ڏسين ها تہ محسوس ڪري سگهين ها تہ اپالو ڇا هوندو.

● ٻَڙ جي گهاٽي وڻ هيٺان نہ ويهہ! اُن جا پن توکي ڏسي سُس پُس ڪن ٿا.

● هو شاعر بہ هو ۽ چرين جو ڊاڪٽر بہ هو. ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ هن هڪ بہ چريو سچو نہ ڪيو ۽ شاعر جي حيثيت ۾ هن هڪ بہ سچو چريو نہ ڪيو.

● "دارا! سرمد چيو: تون اهو ڪڏهن بہ نہ وسارجانءِ تہ هڪ ڏينهن توکي مرڻو آهي ۽ اهو ڏينهن اڄ بہ ٿي سگهي ٿو."

● ائين تہ نہ آهي تہ هڪ اونداهيءَ سرنگهہ مان نڪري، ٿورو وقت [illegible] ۾ گهاري. اسان کي ٻيءَ اونداهيءَ سرنگهہ ۾ گهڙڻو آهي؟ ڇا هن

ڪائنات ۾ سرنگهه پٺيان سرنگهه آهي، جن جو ڪوئي انت نه آهي!

• ميان! تارن پويان ڪيترو ڊوڙندين، پنهنجي اندر ۾ به ته جهاتي پائي ڏس!

• برٽرانڊرسل، ٻڌائي پڙهي ها ته هُن جو فلسفو ساڳيو نه رهي ها.

• رات انڌاري آهي ۽ رستو اڻ ڏٺل آهي. پوءِ به نيٺ ته پنڌ پوڻو آهي. واٺهڙو! ايڏي ٻڌتر ڇا لاءِ؟

• ميان تون ته ڪجهه به نه آهين! ڪونج جي پاڇي کي به جنّاءُ هوندو آهي.

• ادب جي ڳالهه ٿو ڪرين؟ گل جيستائين ڇڻي نه ٿا ڇڻن، پوپٽ ٻيا پاسا ڳولن ٿا.

• ڪنهن جنرل چيو آهي ته پنهنجي جوءِ سان عشق ڪرڻ ائين آهي، جيئن ساڳي قلعي کي ٻيو ڀيرو فتح ڪيو وڃي. مان ڀانيان ٿو ته پنهنجي ڇپايل شاعريءِ سان عشق به ان وانگر آهي.

• ٻه ڇمڙا غار ۾ اونڌا لڙڪيا پيا ها. هڪڙي چيو: "غار کان ٻاهر سج آهي." ٻئي چيو: "جڏهن اونده ۾ رهڻ اسان جو مقدر آهي ته سج لاءِ ڇو سوچيون؟ ها، غار جي ڇت جو الڪو ضروري آهي. جي اها ڊهي پئي ته سج کان ڀڄي نه سگهنداسين."

• ڪتو ڇا ڄاڻي ته هن جي اوناڙ چنڊ کي نه چيڙائيندي آهي!

• هو رني ڪوٽ تي تحقيق ڪري رهيو آهي. دراصل سنڌ ساري رنيءَ جو ڪوٽ آهي، جا وَني ڪڏهن به نه ٿي آهي.

• سنڌي ماڻهو، جوتا ٻَڌِي، مَٿي تي کڻي گهمندا آهن.

• هٿ ان لاءِ آهن ته انهن تي باز وهاريا وڃن. ان لاءِ نه آهن ته اُهي نانگن جي ٻرن ۾ وڌا وڃن!

• هن قوم جو پتڪو نه ٿي، جُتي ٿيءُ، پٽو لاهيندي اُها ويرم نه ڪندي آهي.

• ڪانوَ اهو نه سوچيندا آهن ته هي ڪنهن جون اکيون آهن!

• هُن کي ٻيءَ پير اشارا تي ڪيا سو واڳونءَ کي ٻيڙي سمجهي، ان تي چڙهي ويٺو.

● اي قبر! تون ڪيترو نہ خاموش آهين ۽ شب - ماهتاب ۾ ڪيترو نہ وڻين ٿي؟

● هر ماڻهوءَ جي ماس ۾ ڪيڙا انتظار ڪن ٿا.

● ڇا، جڏهن ماڻهو گگرين ۽ گولاڙن ڪان وچڙي وڃي ٿو تڏهن ئي مارئي ٿئي ٿو؟

● تنهنجي ساري ڪائنات منهنجي ڪمري جي مٽ نہ آهي. هي ان ڪان وڏو آهي.

● هاڻ تہ ڪمري ڪان ٻاهر ئي نٿو نڪرين. چنڊ ڪي بہ چوين ٿو تہ جي ملڻو آئي تہ منهنجي دري کُلي پئي آهي!

● سمنڊ تو لاءِ ڪيڏيون ٻانهون وڌايون آهن؟

● سمنڊ وچ تي ڪيترو نہ مانو آهي! جڻ چنڊ لاءِ بِسترو پٿاريو اٿائين تہ پلي سمهي پوي.

● هڪ ڀيري اليا اهرنبرگ نيويارڪ جي هڪ رستي تان ٿي ويو. هڙ اوچتو ڪوئي آمريڪي اديب ڏٺو جو هن کي ڏسي، مَنهن ڦيري وڃڻ لڳو. ان تي اليا اهرنبرگ هن کي ٻانهن ڪان جهلي چيو:

"ڇا تون مون کي نہ ٿو سڃاڻين؟" جنهن تي هن جواب ڏنو:

"ها مان سڃاڻان ٿو. تون اهرنبرگ آهين جو ڪنهن وقت اديب هو."

نہ ڄاڻان اسان جا گهڻا پُراڻا اديب اهو جواب برداشت ڪري سگهندا؟

● جديد دنيا ۾ پهرين خرابي تڏهن پيدا ٿي، جڏهن گلوٽين هيٺان پهريون سرُ ڏسي فرانس جي عوام ٽهڪ ڏنا.

● تُنهنجي منهنجي وچ ۾ هيءَ ڪهڙي ديوار ڪريہ آهي!

● ڪراچيءَ تي هي ماهہ رمضان جو چوند آهي يا ڪنهن ارغون جو خنجر آهي.

● مان تنهنجي ساري تاريخ آهيان. ماضي، حال، مستقبل ۽ وقت ۾ سفر منهنجي لاءِ مشڪل ڳالهہ نہ آهي.

● ڪنهن مون کي چيو: "تون ۾ نرگسيت آهي" مون جواب ڏنو:

"نرگس تہ انڌي هوندي آهي. مونکي نو لک نيڻ آهن."

● انهيءَ ڪري مان اڃا زندهہ آهيان. مان جڏهن پورهيو ڪندو آهيان

تہ پنهنجو جسم دروازي ڪان ٻاهر ڇڏي ايندو آهيان، جيئن نمازي مسجد جي ٻاهران جُتي ڇڏي ايندا آهن.

● پيٽائيءَ تمر کي چيو: ”ان جو پتو نہ آهي تہ موت تنهنجو انتظار ڪٿي ٿو ڪري، ان ڪري تون اُن کي هر پٽ تي موجود پاءِ.“

● جڏهن مان شعر لکان ٿو تہ پاڻ ۾ ايتري طاقت پائيان ٿو، جيتري فرهاد کي ڪوه - بي ستون ڪوٽڻ وقت هئي.

● ڪنهن چيو تہ: ”تو زندگيءَ تي ٿورو لکيو آهي ۽ موت تي گهڻو لکيو آهي. مون چيو : ”ان ڪري جو موت گهڻو آهي، زندگي ٿوري آهي.“

● عدالتون؟ منهنجو رڳو تاريخ جي عدالت ۾ اعتبار آهي، پر شايد ان جي فتوي بہ غلط ٿي سگهي ٿي!

● ڏس هي ٽيپو سلطان منهنجو هٿ جوتشيءَ کي ڏيکاري رهيو آهي ۽ پڇي رهيو آهي تہ هن جي ٽولي ۾ گهڻا غدار آهن؟

● اي خدا! تنهنجو اشرف المخلوقات ڪٿي آهي؟ مون هن وقت تائين تہ رڳو بگهڙ ۽ واڳه، نانگ ۽ وڇون، ڪوئا ۽ لال بيگ ڏٺا آهن!

● ڇا تون نانگ جا ڏند ڪڍي سگهين ٿو؟ جي ها تہ پوءِ هُن کي مارين ڇو ٿو؟

● ڪُتي ۽ ماڻهو ۾ اهو فرق آهي، ڪُتو جيستائين بانورو نہ ٿي پئي، وفاداري نہ ڇڏيندو آهي ۽ ماڻهو جيستائين بانورو نہ ٿي پوي. وفاداري نہ ڪندو آهي.

● هي ذاتي تعلقات ۾ تہ وڏو رهزن آهي، باقي هن کي اجتماعي تعلقات جو ڏاڍو اونو آهي!

● هچڪين، هڏڪين، هڪين ڇو ٿو؟ پٽ پٽ ڇو ٿو ڪرين؟ ڪهڙو ڪوڙ سٽي آيو آهين!

● ماڻي ڇڏ ڪٽي! تون ڪهڙو برٽراندرسل جو پٽ آهين جو توکي بہ ديان سان پڏان؟

● اياگو! اٿيلو تي تہ ڪل! موت تنهنجي بہ انتظار ۾ آهي!

● مون ڪشف المحجوب جي مصنف جي درگاهہ تي دعا گهري. هن ڪان پڇيو: ”تون جو شڪر گنج آهين، منهنجو مُنهن مٺو ڪڏهن ڪرائيندين؟

اڃا تہ اهو زهر سان ڀريو پيو آهي!"

● ميان مير! ڇا تون ابدي ننڊ ۾ آهين يا ڪڏهن تون دارا جي قبر تي ويو آهين؟

● ميهار! سهڻي ڏانهن ڏسي حيرت مان سوچيو: "ڇا هيءَ جا ڏم جي ڪچ مان اُٿي آئي آهي، منهنجي محبوبا آهي؟"

● سسئي ڌرتيءَ جي وات مان رڙ ڪئي: "پنهون تون ڪٿي آهين؟ ڌرتي مون کي ڳڙڪائي رهي آهي؟"

● سَهڻيءَ گهڙي کان پڇيو: "ڇا تون منهنجي تقدير وانگر ٿٿي رهيو آهين."

● ليلا ڪؤنرو کي هٿي ڏينهن تي چيو: "جي مان توکي مٺيو موٽائي ڏيان تہ تون مون کي ڪلهوڪي رات موٽائي ڏيندينءَ؟"

● هيجل راءِ ڏياچ جي ڪنڌ کي وارن کان جهلي ڏسي رهيو آهي ۽ پنهنجي ڪنيري ڏانهن حقارت مان گهوري، سوچي رهيو آهي: "ڇا هي ضروري هو؟ هي ڪنڌ ڪُلهن تي ڪيڏو نہ چڱو ٿي لڳو؟"

● بنسريءَ جي تان گهڙيءَ ۾ پرينءَ ٻر گهيڙ تي وڃي نڪتي ۽ سهڻيءَ جي پيرن ۾ زنجير ٿي پوي.

● دريا خان! ٻُڌين ٿو؟ تقدير جي سُنبن جا نعل گونجي رهيا آهن ۽ موت ڪَن ۾ آگريون وجهي اُنهن ڏانهن تَڪي رهيو آهي؟

● تو ڇا ڀانيو تہ جڏهن ڪالي ناچ ڪندي آهي تہ هن کي پيرن ۾ گهنگهرو هوندا آهن!

● جي اَواڳون ۾ ڪوئي نياءُ آهي تہ هي باگڙي ٻي جنم ۾ ڳوهہ ٿيندو.

● تو منهنجي علم کي سمنڊ سان ٻيٽ ڏني آهي، بس!

● اي ڪئلي! تون هاٿيءَ کان وڌيڪ خطرناڪ آهين، تون هاٿيءَ جي ڪَن ۾ وڃي سگهندي آهين، هاٿي تنهنجي ڪَن ۾ نہ وڃي سگهندو آهي.

● ڇا زُليخا جي تصورَ کان سواءِ عزيز - مصر خيال ۾ نہ ٿو اچي سگهي؟

● هن کي ڪيئي هاٿي گهوڙا هيا، دُن ڪيئي لشڪر چيتاڙي ماريا ها.

مورخ ڪاغذ تي قلم روڪي سوچي رهيو آهي تہ ڇا هي هڪ سٽ جو بہ مستحق آهي؟

● تيمور لنگ جي قبر مان هڪ وڇون رستو ڳولي رهيو آهي هو منڊو بہ نہ آهي. ٻوء بہ ٻاهر نہ ٿو وڃي سگهي.

● رنجيت سنگهہ ڪاٺو هو. هندو مسلم کي هڪ اک سان پئي ڏٺائين. گهٽ ۾ گهٽ پنهنجيء حرم سرا ۾!

● ميان مير! ڇا تو دارا شڪوهہ کي زندهہ جاويد بڻايو آهي يا دارا شڪوهہ توکي زندهہ جاويد بڻايو آهي؟

● غالب! 'بُط مَي' جو استعارو تون ئي ٺاهي سگهندو آهين.

● ساحر لڌيانوي! تون ڪڏهن امرتا پريتم سان تاج محل ۾ مليو هئين؟ جي تون هن کي تاج جي نهر ٻرسان جهونجهڪڙي ۾ اپرندو ڏسين ها، تہ اهو واهيات ترقي پسند نظم نہ لکين ها!

● چگو جو ساحر ء فيض، ترقي پسند حقيقت نگاريء جي موت کان اڳ ۾ مري ويا!

● ڊارون جا پٽ! حياتيات ۾ ارتقا هڪ ڳالهہ آهي، اقتصاديات ۾ ٻي ڳالهہ آهي.

● شاهہ حسين! تنهنجو يڪتارو تہ ڪنن ۾ ٻري رهيو آهي پر ڇا مان جيئري توکي اکين سان ڏسي سگهندس!

● اي خوبصورت گل! تون سراپا خوشبو آهين. مان توکي ٿاريء کان الڳ ڪرڻ نہ ٿو چاهيان!

● جي توکان ڪجهہ بہ ٻاهر آهي تہ تون همہ اوست نہ آهين، تو ۾ ئي تہ سڀ ڪجهہ آهي. تون ئي گل لالا آهين. تون ئي صداء جرس آهين، تون ئي قافلۂ - بهار آهين. هي خوشبو تنهنجي آهي، هي ساري خوشبو تون آهين!

● اي خدا! تون فقط چڱائي آهين. هي ٻرائي نظر جو فريب آهي. اها چڱائي سان ڪيئن رلي ملي. اُن سان پنهنجو روپ بدلائي ٿي ء ان جي ويس ڌاري ٿئي ٿي. اهو ڪوئي ڪيئن ٿو چئي سگهي! تون ئي تہ رنگ منچ آهين، تون ئي تہ سڀ ويس ڌاري آهين. تون ئي تہ انهن جو ڪاريہ ڪرتا آهين.

تنهنجي مايا اَسَيو آهي، اَپار آهي، سڀ ڪنهن جي پهچ کان پري آهي.

● سڀ ڪجهه تون ئي تہ آهين. جي ڪجهه بہ توکان ٻاهر هجي تہ تون ڪٿي هجين! سڀ ڪجهه تو ۾ آهي ۽ تون سڀ ڪجهه ۾ آهين. 'ڪجهه بہ نہ' ۾ بہ تہ تون آهين. مان توکي خدا ڪوٺي، توتي لوڙهو ڏين نہ ٿو چاهيان. ماڻهوءَ جي هر ٻوليءَ ۾ توتي لوڙها آهن ۽ تون چنڊ وانگر سڀ لوڙها پار ڪري وڃين ٿو.

● اي خدا! جي تون چارَ مٿان هِن هيڙهي جي ننڊ ۾ آهين تہ مان توکي ڪيئن ڏسي سگهان ٿو؟ ●

● اي خدا! هي پاربهر جو نهر مان پاڻي پي رهيو آهي. اُن جي هر ڳيت ۾ تون آهين. ڇا هي شڪاري انڌو آهي. ڇا هن کان نور بہ تو کسيو آهي؟ مان تنهنجي ڳجهہ کي ڪيئن سمجهي سگهان ٿو؟ تون تہ هر ڳجهہ کان وڌيڪ ڳجهو آهين!

تون جو ساري ڪائنات آهين. ٻارَ جي هر ڳوڙهي ۽ هر مرڪ ۾ آهين!

● اي خدا! جي ڪوئي منهنجي ارادي تي اَلر ٿو ڪري تہ اَها اَلر بہ تون آهين. اُن ۾ تنهنجي ڪهڙي مصلحت آهي، اها رڳو تون ٿو ڄاڻين؟

● رنجيت سنگهہ! انڌن ۾ ڪاڻو هئڻ، سنڌ ۾ لياقت جي نشاني سمجهي ويندي آهي.

● اَرغون ڪٿي آهن؟ ترخان ڪٿي آهن؟ هي دؤر بہ گذري ويندو.

● توکي 'اَڄ' ۾ رهڻ جو فڪر آهي ۽ اِن ڪري چئين ٿو تہ سياڻو ٿي پاڻ کي سنڀاري وٺندو. ڇا تون جو 'اَڄ' ۾ ٿو رهين، اهو ڄاڻين ٿو تہ ڀرينهن، سياڻو، اڄ سان گڏ فنا ٿي ويندو؟

● مون هڪ ڪوٺيءَ ۾ پيل کي برسات ۾ ڀڄندي ڏٺو آهي، هن جو پيٽ خالي هوندو آهي ۽ تنهنجي تجوڙيءَ وانگر ڀريل نہ هوندو آهي، پر هو توکان وڌيڪ خوشنصيب لڳندو آهي. دراصل خوشي تنهنجي نصيب ۾ آهي ڪٿي؟ رڳو پئسو آهي، رڳو ڪرسيءَ جو نشو آهي ۽ اهو نشو جڏهن ٽٽندو تہ تون هر هيروئنيءَ کان برو لڳندين.

● ٽالسٽاءِ جو ڪوئي بہ ڪتاب هڪ طرف، لينن جا ۽ هن کان پوءِ

سيني اشتراڪين جا سڀ ڪتاب ٻئي طرف، ٽالسٽاءِ جو ڪتاب ڳورو آهي.

● دوستو وسڪي! تو وانگر مون ڪان وڏيڪ ڪير ٿو سمجهي ته موت سان نزديڪي ڪيتري معنيٰ رکي ٿي!

● لرمنتوف! مان چاهيان ها ته تو وانگر وڙهي سگهان ها. پر مون سوچيو ته هڪ خارش زده ڪتي کي گولي ڇا لاءِ هڻان، هن لاءِ پنهنجي خارش ئي ڪافي آهي.

● ناظم حڪمت! نو سال روس ۾ جلاوطني ۾ رهي مري وئين! نه ترڪي ۾ انقلاب آئي سگهيو ۽ نه روس جو انقلاب ڪوئي صحيح انقلاب هو. تنهنجي شاعري ڪهڙي وَهي کاتي ۾ لکان؟

● جوش مليح آبادي! تو ۾ گهڻ گهرج ته ڏاڍي هئي پر تنهنجي شاعريءَ ۾ مون کي مينهن ڦڙي نه ملي!

● جيڪڏهن ڪوئي نازي جرمنيءَ ۾ ڪنهن يهوديءَ کي ڇوي ها ته تنهنجي پيڙا اجائي نه آهي ته هو ڪيس چريو سمجهي ها. هن کي ڪهڙي خبر ته هن جي پيڙا ڪري ئي مستقبل ۾ اسرائيل وجود ۾ اچڻو هو!

● شيما ڪرمانيءَ جو رقص ڏسي مون چيو ته "رقص جسم جي شاعري آهي."

● ڇا هي ٻڌ چيو هو يا مان تو چوا يا ڪوئي آواز اننت ۾ گونجي ٿو جو ٻنهي ٻڌو هو؟ "جم پيڙا آهي، ڇالاتو پيڙا آهي، ساٿيءَ ريت ڏک پيڙا آهي، گوندر پيڙا آهن، رودن پيڙا آهن، نراسائي پيڙا آهي، هي سارو سرير پيڙا آهي، جو ڪام ڪرڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار تي ٻڌل آهي، انهيءَ جي سڀ هيچ پيڙا آهي. اها ڏک جو ڪارڻ آهي. اِها اِجا جنم ڏانهن موٽائي ٿي. ڏک جو انت تڏهن ٿئي ٿو. جڏهن تون سڀ تياڳ ڪرين ٿو. بنا ڪروڌ ۽ ڪوپ جي. تياڳ کي تياڳ ڪرين ٿو. تڏهن اِجا مان توکي مُڪتي ملي ٿي، اِجا لاءِ اُڪنڊ جي هينَتا (غير موجودگي) تون ۾ اُتپن ٿئي ٿي." جڳَ ٿي ويا آهن پر اهو آواز مُنهنجن ڪنن ۾ ٻُري ٿو. جيئن ڪنهن پهاڙيءَ چُر ۾ سمندَ جو آواز ٻرندو آهي.

● تون چاهين ٿو ته مان اهو ڪجهه لکان جو تنهنجي سمجهه ۾ اچي

سگهي، پهريون پاڻ ڪان پڇ تہ توکي سمجهہ آهي سهين!

• تون چاهين ٿو تہ هن عمر ۾ مان بي انت سمنڊ تي نہ سوچيان ۽ انئين سَنئڙا ڪَنا ڪيان، جيئن پار ڪندا آهن.

• تون اهڙي ڪهڙي خوشبو آهين جا مون کي نٽي جي موتئي ۾ بہ نہ ملي آهي!

• نٽي جي پوئين پهري ۾ موتيا ڪڙيا آهن ۽ خسروءَ کي تنهنجا رخسار ياد اچي رهيا آهن.

• جي اڪبر جي دؤر ۾ دکن تي ڪاهہ ٿي ها تہ ڇا تانسين ملهار ڳائڻ ڇڏي ڏي ها؟

• حيدر عليءَ، ٽيپوءَ کي چيو: "پُٽ تنهنجي تلوار اُها مضراب آهي، جا رڳو آزاديءَ جي ساز تي وڄي سگهندي آهي."

• غالب! ازل جي نهان خاني ۾ اڃا تنهنجو ڪيترو متاع آهي؟

• گمان مبر کي پايان رسيد ڪار مغان،

هزار بادهٔ ناخورده در رگ - تاک اَست.

اهو ڪنهن جو شعر آهي؟ ڇا انهيءَ کي خبر آهي تہ مون انگور جي ول مان پوئينءَ رس ڦڙي نچوڙي آهي. هاڻي جيستائين ٻي ول لڳي، اُن ۾ مٺا انگور رچي راس ٿين. تيستائين هن کي انهيءَ جام مان پيئڻو پوندو، جنهن جي تري ۾ مون ڪجهہ رهائي ڇڏيو آهي.

• ساڙ جون اڪيون پيليون آهن، اُنهيءَ ڪامڻ جو ڪو علاج نہ آهي.

• تون پاڻ تي ڪيترو بہ پتل پالش ڪرين، سوني تہ نہ ٿي سگهندينءَ!

• سانجهيءَ جي بانگ اچي رهي آهي. سج، سمنڊ تي پنهنجي جاءِ نماز پٿاري رهيو آهي.

• مون روميءَ کي قونيہ ۾ چيو "اچ، مون سان گڏ ساڳيءَ صف ۾ نماز پڙهہ!" پوءِ جڏهن سڄي پاسي منهن ڪري مون "السلام عليڪم ورحمة الله" چيو تہ ڪنهن ساڳيا لفظ دهرائي مون ڏانهن ڏٺو ۽ خلا ۾ جذب ٿي ويو. ڇا اهو منهنجو وهم هو؟ پر مون تہ زندگيءَ ۾ لڪين ماٿهو سچ پچ

ڏٺا آھن جي خلا ۾ جذب ٿي چڪا آھن. ڇا اھي سڀ وھم ھا؟

● يا خدا! ھاڻي تہ قبرستان بہ تشدد کان آجا نہ رھيا آھن، ماڻھو تہ منڪر نڪير کي بہ نٿو بخشي!

● ھي ہارُ آھي يا گل - لالا جو ڪيت آھي!

● غالب! اڄ تائين لاله و گل ۾ ڪھڙي صورت ڳولي رھيو آھين؟

● منھنجي شخصيت ۾ اھڙا ڪھڙا شعاع آھن، جي ڪن ۾ مون لاءِ بي انتھا نفرت پيدا ڪن ٿا ۽ ڪن ۾ ان جي برعڪس بي انتھا محبت پيدا ڪن ٿا.

● ڇا مون جيان ٻيو بہ اھڙو شاعر ٿيو آھي، جنھن اڌ صديءَ کان وڌيڪ عرصي لاءِ بيٺل پاڻيءَ ۾ ڇپون ڦٽي ڪري لھرون پيدا ڪيون آھن؟

● خدا ڪُليت آھي ۽ ھر شيءِ اُن جي ازلي وجود ۾ سمايل آھي يا ھن جو وجود الڳ آھي؟ جي ڪابہ شيءِ ھن جي وجود کان ٻاھر آھي تہ ھو ڪَليت نہ آھي ۽ سڀ جُز ھن ۾ شامل نہ آھن پر مون لاءِ اجا اھو مسئلو آھي تہ ڇا ھو ھر جُز ۾ سمايل آھي؟

● جي خدا مٽيءَ جي ھر ذري ۾ آھي تہ بُرائي ڇا آھي؟

● ڇا آمريڪا جي جنھن حملي ۾ لکين عراقي ماريا ويا، اُھو حملو اُن ازلي حقيقت جي منشا ھئي، جنھن کي اسان خدا چئون ٿا؟

ڇا اھا ھن جي ڪائي ٻيڪي واري رٿا ھئي جا تنھنجي منھنجي سمجھہ کان مٿي آھي؟ ڇا ان ۾ ڪا چڱائي ھئي، جا توھان لاءِ ھن وقت چِٽي نہ آھي؟ ان مفروضي کان سواءِ، وحدت الوجود جي حقيقت ڪيتري بعيد از فھم ٿي پوي ٿي!

● ھو شعلہ نوا شاعر آھي. ھائو ھَن جا لفظ جھنم جا شعلا آھن!

● اي انقلابي شاعر! تو گل- لالا ڏٺو آھي؟ اھو بہ جَر ۾ چرڪندو آھي پر تو وانگر نہ!

● ڪڏھن تو پورھيت کي ننڊ ۾ ڏٺو آھي؟ ڪڏھن تو اھا دنيا ڏٺي آھي. جا ھوءَ ننڊ ۾ گھمندو آھي؟ تون جو رَتَ جون نديون وھائڻ چاھين ٿو. تنھنجو پورھئي سان ڪھڙو پيار ٿي سگھي ٿو؟

● سياسي رهزن! تون رڳو پنهنجو پاڻ لاءِ آهين، ٻيا تولاءِ ذريعا آهن.

● هر سياست زهر جي پڙي آهي، ان ڪان پري پڄ، جيستائين تون سقراط نہ آهين.

● سچا ماڻهو سياست ۾ ورلي ايندا آهن، سياسي ماڻهو سچا ورلي ٿيندا آهن.

● توکي ناهر جا ننهن ۽ هاتار جون هوڙون آهن، پر سياسي مُدبر! ٻاهران تون ڪيترو نہ ٽڏو ٿانهريو آهين!

● مان جو آئينا صيقل ڪندو آهيان، تنهنجي اندر جو آئينو ڏسي حيران ٿي ويو آهيان. ايتري ڪارنهن تہ مون ڪوئلي ۾ بہ نہ ڏٺي آهي!

● سچ سراڻ وانگر آهي، تون ڪيستائين زندگيءَ کي مڏي چاقوءَ وانگر بند ڪري رکندين؟

● مان زندگيءَ جي تشريح نہ ڪري رهيو آهيان، تخليق ڪري رهيو آهيان، توکي تشريح گهرجي تہ تون پاڻ ڪر. تنهنجو ڪم بہ مان ڪيان ڇا؟

● تون مان اڳي ڪٿي مليا آهيون؟ توتي مُنهنجي نگاهہ پئي آهي، ڇڻ ٿر تي بادل برسيا آهن!

● بہ پهريءَ جو سج ٻري رهيو آهي. ونسينٽ وان گوگ سورج مکيءَ جي کيت جي تصوير ڪڍي رهيو آهي ۽ سج غور سان ڏسي رهيو آهي تہ هو ڪٿي سچو ٿو لڳي، سورج مکيءَ جي کيت ۾ يا مصوري ۾!

● شيطان صفتي کي ڪائي ڪشش آهي جا هڪ رهزن کي ٻئي رهزن سان ملائي ٿي، پوءِ اهي هڪٻئي جي خون جا پياسائي ڇو نہ هجن!

● هي مُرڪ ۾ ڪهڙو خنجر ڇُپايو ٿو گهمين؟

بروٽس! مان توکي هجوم ۾ هڪ نگاهہ سان سُڃاڻان!

● عورت تہ عورت آهي. مون کي اهو شوق ڇو آهي تہ هوءَ هر روز ڪليوپيٽرا وانگر هڪ نئين عورت هجي.

● ڪرشن سوچيو "جي تاري پڇي پئي تہ ڇا ڪائي بہ گوپي مون کي بنسريءَ سوڌو جهول ۾ جهپي ونندي!"

● رات موت تنهنجي گهٽيءَ مان ٿي ويو. تنهنجي لاءِ نياپو ڏئي ويو ته: "منهنجو انتظار ڪجانءِ. مان سڀاڻي موٽي ايندس."

● هي لاش آهن انهن جا جن آزاديءَ جا پير چميا ها. موت ۾ آزادي انهن جا پير چمي رهي آهي، پر اُن ڪي ڪوئي ڏسي نه ٿو سگهي!

● تو ڏاڍي جي بندوق نه ڏٺي آهي، رڳو هيٺي جي ڇاتي ڏٺي آهي.

● لاش ته ٽاٽي تي ڪٽي ويا فقط پهاڙيءَ تي رَت پيو آهي، چنڊ اُن تي اچا تري نظر وجهي ويچي رهيو آهي، نه ڇاٽان هي ڪير آهن؟ ڇو مُئا آهن؟ ڇا لاءِ مُئا آهن؟ رت جو ڏِيو سوال جي نشانيءَ وانگر آهي، عجب جي نشانيءَ وانگر به آهي، اڌ دم وانگر به ٿو لڳي. ڇا آزادي پنهنجو جملو پورو ڪري نه سگهي آهي؟

● مون شفق مان هڪ گل پٽي تُنهنجيءَ چوٽيءَ ۾ لڳايو ۽ پوءِ شام جي سمنڊ ڏانهن ڏٺو!

● تون هيءَ حياتي ڪڏهن ٿو موٽائي وٺين، مان توکي وياج سان موٽائي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. هاڻي مون کي پنهنجي قرض مان آزاد ڪر!

● يا خدا! تو هي ڪهڙا زنجير مون تي وڌا آهن؟ نه ڀاڻ ٿو لاهين، نه مان ٿو ڇني سگهان!

● ڪنهن غلام کي بازار- عڪ ۾ وڪيو ٿي ويو. هن ڀاڻ موکو ڏنو: "آهي ڪوئي غلام، جو هن آقا کي خريد ڪري!"

● مان ازل کان آزاد آهيان، تون مونکي گرفتار ڪرڻ لاءِ سَوَ ترڪتال ٿو ڪرين، پر مان تنهنجي ڄار کي ڇني اُن مان بار بار نڪري ٿو وڃان؟

● جي سرمد منصف هجي ها ته ڇا هو قاضي القضات کي واجب القتل قرار ڏئي ها؟

● تون جڏهن سڀاڻي اچين ته متان مان نه هجان! بهتر آهي ته جي گل مون لاءِ آندا اٿيئي، مون کي هاڻي ئي ڏئي ڇڏ!

● ڪائنات ۾ ڪيتريون به ڪتيون ڇو نه هجن! پر انهن جو مَٽ نه آهن، جي تنهنجي ڇاتيءَ تي به قمقما ٻري رهيا آهن.

● پروانا ڪٽي نه ڪٽندا. هاڻي هي شمع وسائي ...

● شمع ڪڏهن صبر ڪان ڪم ورتو آهي؟ اي آخري رات جا پروانا، مٿان تون به آگ جي لپيٽ ۾ نه اچي وڃين!

● جميله هاشمي! "دشت- سوس" پڙهي مون کي عجب آيو ته تون مون سان فقط هڪ پيرو ڊاڪا ۾ ملي هئينءَ، تو منهنجي سوانح عمري ڪيئن لکي؟

● ٻار! توکي ننڊ ۾ يادگيري آهي ته جاڳ ۾ تون ٻڪيو هئين يا سڪيو هئين؟

● ڏس! سمنڊ منهنجي ڪمري ۾ پيهي آيو آهي ۽ مان ان جي لهرن ۾ لڙهي رهيو آهيان.

● تون ڇو مون کان، منهنجي موت وانگر رُسي وئي آهين؟

● واڳون هٿ ۾ ۽ پير رڪاب ۾ رک ۽ اِهو چاڻ ته عمر جي گهوڙي کي ڪٿي روڪٿو آهي.

● شمع وسامي رهي آهي. ستارن جا ڏيئا هڪ هڪ ٿي ٻجهي رهيا آهن. اي پرهه! تون اڃا ڪيترو پري آهين!

● تون منهنجي سامهون ائين ويٺي آهين، جيئن شمع آئيني جي سامهون رکي هوندي آهي.

● ڇا مان تنهنجي ننڊ ۾ آهيان، جيئن تون منهنجي ننڊ ۾ آهين؟ ڇا آڳ اڳ ئي پرواني جي پرن ۾ جرڪندي آهي، رڳو نظر نه ايندي آهي؟

● ماديت پسند، ڪينه پرور، سازشي! تون انسانيت پرستيءَ جو لبادو پائي هاٿي مونکي ٺڳي نه ٿو سگهين، توکان پرواري مسجد ۾ مَلان چڱو آهي، ان ۾ انسانيت جي رمق آهي. تون مردو به آهين ۽ ڳورپٽ به آهين ۽ پنهنجو مردو پاڻ ڪائي رهيو آهين!

● "پنهنجيءَ پيڙا کي سمجهڻ کانسواءِ خدا کي سمجهڻ ايترو جوکائتو آهي، جيترو خدا کي سمجهڻ کانسواءِ پنهنجي پيڙا کي سمجهڻ جوکائتو آهي." اها ڳالهه جڏهن پاسڪل لکي ته هو سوچي رهيو هو ته خدا پنهنجي ابهام مان نه نڪري ته چڱو آهي، ڇو ته هو ابهام مان نڪتو ته انسان ڪنائيءَ ۾ پنهنجي بگاڙ پَرجهي نه سگهندو ۽ بنهه اونداهه ڇانئجي

ويندي ته هن کي چارو نظر نه ايندو.

● منهنجي دل آئيني پنيان ڪيئي آئينا ڏسي رهي آهي، جن ۾ تنهنجي تصوير نظر اچي رهي آهي. متان اهي سڀ آئينا تڙڪائي وجهين!

● تون دانشور آهين؟ تون دانش جي دعويٰ تو ڪرين. جا هڪ اٿاهه سمنڊ وانگر آهي! ڇا تو غواصن جي ڳُت ڄاتي آهي، ڪنڌيءَ تي ڪوڏ ڪَٺا ڪرڻ وارا!

● پنهنجو چهرو آئيني ۾ ڏسڻ چاهين ته آسڪر- وائلڊ جو ڪتاب "ڊورين گريءَ" پڙهي ڏِس!

● مون پيٽائيءَ جي ساري آس نراس تي سوچيو آهي، جڏهن سياري جو اتر جي هوا لڳندي آهي يا جڏهن بسنت ۾ واهوندا ورنڊا آهن. ڪوسيون هوائون لڳنديون آهن ۽ ڏينهن ڏاڍا تپندا آهن. اَن آس نراس کي اوهان ڏٺو آهي ته اها زميني زندگيءَ سان واڪيل به هوندي آهي به ازل جي باري ۾ آس نراس به آهي. هن جي پنهنجي "پاڻ" جي باري ۾ آس نراس آهي ۽ جو به سچ پچ نراس هوندو آهي، اهو نه ڄاڻندو آهي ته هن کان پوءِ ڇا ٿيندو. هو سمجهندو آهي ته هن جي نراس جو سنهنڊ ڌرتيءَ سان آهي، سچ پچو ته اهو اَننت سان آهي.

● جڏهن به دروازي تي ڪڙڪو ٿئي ٿو، مونکي ان تي تنهنجي دستڪ جو گمان ٿئي ٿو، پر جڏهن مان دروازو کوليان ٿو ته ٻي ڪنهن کي موجود تو ڏسان. مان ڪيستائين تنهنجو انتظار ڪيان؟ پر اهو سوال ته اجايو آهي. مان سراپا تنهنجو انتظار ٿي چڪو آهيان، تنهنجي غير موجودگي منهنجو وجود ٿي چُڪو آهي ۽ تنهنجي پيار سان ئي منهنجي زندگيءَ ۾ اعتبار وابسته ٿي چڪو آهي. تون جا اڳي پوءِ اچڻي آهين ۽ ڪڏهن ۽ ڪيئن جي سَڌ ڪنهن کي نه ٿي ڏين!

● هي انهن جا لاش آهن، جي بي سبب ماريا ويا آهن، ڇا اهي مان تقدير جي ڪاتي ۾ تنهنجي نالي لکان؟ تون اهو قرض لاهيندين ته ضرور پر ڪڏهن؟

● ڇا تون ڄاڻين ته ڏيڏرُ تلاءُ ۾ ٽپو آپگهات لاءِ نه ڏيندو آهي!

● اي دهريت پسند! منهنجو اوهان کي هڪ ئي جواب آهي:

"اسان چاهيون تا نہ اسان ضروري هجون. انهيءَ اسرار مان اُڀري اچون جو اوس ٿيڻو آهي. اٽڙ هجون، ازل کان وٺي مقدر جو تسلسل هجون. سڀ مذهب، گهڻو ڪري سڀ فلسفا ۽ سائنس جو هڪ حصو پڻ، انسان جي انهيءَ دليريءَ واري، اورچ ۽ اٽڪ آدم جو ساکي آهي، جو هو انهيءَ انڪار ۾ ڪري رهيو آهي تہ آنءُ ڪوئي اوچتو واقعو نہ آهيان."

ڇا اهي لفظ لڳ ڀڳ جيڪس موناد جا آهن؟ نہ اهي لفظ منهنجا بہ آهن، ڇو تہ مون ساڳيءَ ريت سوچيو آهي. رڳو موناد مون کان اڳ انهن کي اظهاريو آهي.

● اڄ ڪيڏي نہ گهري ننڊ اچي وئي هئي؟ جي مان نہ آتان ها تہ....؟

● مون شفق مان گل چني هُن جي ڊگهي چوٽي ۾ لڳايو، پر شايد هُن نہ ڏٺو!

● اي خدا! منهنجي ڪنجهڪار بہ تون. ڪَرلاهو بہ تون. منهنجي دوا درمل بہ تون آهين. هي ويچ طبيب ڇا تا ڪن؟ ڇا اهي منهنجي هڪ گهڙي وڌائي يا گهٽائي سگهن ٿا؟ ڇا انهن جا چوڪيدار منهنجي روح کي روڪي سگهندا، جڏهن اهو اسپتال مان ٻاهر هليو ويندو؟

● مون کي سَمنڊ تي سج پيرين پئي چيو: "تون ڪجهہ وقت جيءُ! تنهنجي جاءِ تي مان ٿو ٻڏان."

● چِتي ڪُتي جي ڳِگ وهي رهي آهي، تون اڃا عُرفيءَ کي ياد ڪري رهيو آهين؟

● تنهنجي تصوير سوَ پورا ٿي وئي آهي. تون سمجهين ٿو تہ تون اها ڳنڍي سگهندين!

● هي دونهين جا بادل آهن يا گهٽائون آهن؟ انسان! فطرت سان ڪيڏو نہ ڪوڙنسي رهيو آهين!

● مون ڪنهن مذهب جي بنيادي فلسفي ۾ ايتري بُرائي نہ ڏٺي آهي. جيتري ڪميونزم ۾ آهي!

● سنڌ جا سپوت! ڇا تو انهيءَ جو تعين ڪيو آهي تہ سنڌي ڪنهن

ڪي ٿو ڪوٺين؟

● نفرت، حسد ۽ غداري جيتري سنڌي قوم ۾ آهي، اوتري شايد ئي قوم ۾ هجي! ڇو؟ ڇو؟ ڇو؟

● "خدا ماڻهوءَ کي پنهنجي تصور تي ٺاهيو ۽ هوبهو ائين ٺاهيو، جيئن خدا جي باطن ۾ آهي، انهيءَ ڪري ٿي انسان جو باطن هن لاءِ به قابلِ فهم نہ آهي. ڇو تہ اُن ۾ خدا جي تصوريت آهي."

(سينٽ آگسٽين)

ڇا تصوف جي بيان لاءِ مون وٽ ان کان بهتر لفظ آهن؟

● مون هُن کي چيو "جي تون سورج مُکي ٿاهي نہ ٿو سگهين تہ ان ڳالهہ تي اعتبار ڪر تہ ان کي خدا ٺاهيو آهي."

● مون تولاءِ پنبڻين سان ٻهاريو هو، پر جڏهن توسان پلئہ اٽڪيو تہ تنهنجي ٻَج ٻَج مان بوءِ اچي رهي هئي.

● ڪتي جي ذات پيڇاڻڻ لاءِ نِڪَر جي دانگي تہ ٺهيو جي سوني جي ٿالهي بہ پيجي پوي تہ قيمت گهري نہ آهي.

● رات اکين ۾ ڪاٽجي وئي، ڇاڇا نہ اکين اڳيان ڦِري ويو! نيٺ توکي سمجهي ويس ۽ توکان اکيون ڦيري ڇڏيم.

● جڏهن کان تنهنجو پاڻي ڪچي ڇڏيو اٿم، تڏهن کان پاڻيءَ مان نہ ٿو نِڪران. نہ وري تون مونکي پاڻيءَ مان ڪڍي ٿي سگهين!

● تنهنجيءَ ڪاڪ کي گهٽا تَرُ آهن؟ ڪتي ڪتي نينهن اُجل ڏني اٿي؟

● توکي گهٽا پيرا چيو هيم تہ: "ان کي سنڀالي رکجانءِ، هي دل آهي، شيشو نہ آهي. جو ٽٽي تہ وري ڳنڍي سگهجي."

● جڏهن کان دِل تان ڪِري پئي آهين، ڪنهن تحت السرا ڏانهن وڃي رهي آهين، اڃا تہ ڪِري رهين، ڪِري رهين، ڪِري رهي آهين....

● چنڊ پيلي سمجهي تہ هوءَ آسمان ۾ آهي. چشمي ۾ هو ڪارونجهر جي پيرن ۾ هوندو آهي.

● تو منهنجي محبت جو قدر نہ ڪيو. تون تہ مُرجهايل پيلي گلاب وانگر ٿي وئي آهين، اها مُڪرڙي بہ نہ آهين، جنهن کي مون سنگهي شاخ تي

ڇڏي ڏنو هو!

● مان توکي شاعريءَ ۾ امر ڪيو آهي يا تو منهنجي شاعريءَ کي امر ڪيو آهي. اهو سوال مُنهنجو ته نه آهي! امرتا تہ تون آهين، هٿ ۽ پير تہ تنهنجا آهن، منهنجي شاعري تہ رڳو انهن تي مينديءَ جا گل آهي.

● پوٴنر ڪنول کي ڳوليندو آهي يا ڪنول پوٴنر جي انتظار ۾ هوندو آهي. ڪيئن چئجي!

● افسوس انهيءَ موتيءَ تي، جنهن کي هنس نہ چُڳيو آهي!

● پاڳل جي اولاد! تنهنجي گهر کان گدوبندر تائين رِڪشا وارو گهڻو وٺندو؟

● دوستو وِسڪيءَ جي اها چوٽي تہ: "جي خدا نہ آهي تہ پوءِ هر ڳالهہ رَوا آهي" ڪيڏي نہ صحيح آهي! مان اِن ۾ چا ٿو وڌائي سگهان!

● مون ٻانهن تنهنجي هٿ مان ڪڏي ورتي آهي، هاٿي لهرون ۽ لوڏا تنهنجو مقدر آهن.

● مان ائين ڀِٽائي نہ آهيان، جيئن ڪاليداس ۽ ٽئگور نہ آهيان. نہ وري آهي ٽئي مون وانگر هُيا. منهنجو وُجود پنهنجو آهي، جو مون ڪنهن سان نہ ورهايو آهي ۽ نہ ورهائڻ لاءِ تيار آهيان.

● ميان سرمستي تہ چڱي. مون کي خرمستيءَ سان نہ پوندي آهي.

● ڪبير! ڪورڪو پاڙو شڪارپور ۾ منهنجي گهر کان سوَ قدم پري هو.

● هن نندي ڪنڌ جي تاريخ ۾ شاعر ٿيا گهڻا آهن؟ جو تو وات ڪولائين؟

● ساريءَ دنيا ۾ ڏهاڪو شاعر مس ٿيا آهن، شايد مون انگ وڌايو آهي!

● اهي جيڪي نوبل پرائيز ڏين ٿا، انهن کي مشرقي شاعريءَ جي "شين" جي به خبر نہ آهي!

● منهنجيءَ عظمت کي سمجهڻ لاءِ توکي سنڌي ٿيڻو پوندو، پوءِ ڀلي پوءِ تون مون کي ڇهي به نہ سگهندين!

● ڏيڏري نعل هٿائي تہ ڇا دريا خان جو گهوڙو ٿي سگهندي؟

● موت کي چيو تہ "ايتري مهلت ڏي تہ هي رابيل جو گل سنگهي وٺان!"

● "اننت ۾ ڪُجهہ بہ نہ آهي، نہ ڪالهہ آهي، نہ سڀاڻو آهي، رڳو هاڻي آهي." (ميسٽر ايڪهارٽ)

پر ڪلهہ ۽ سڀاڻي تہ سپنا آهن، "هاڻي" ساپيا آهي. ڇا اهڙي ساپيا منهنجيءَ ڪويتا کي راس ايندي؟ مان ڀانيان ٿو تہ منهنجيءَ ڪويتا کي اننت جي لوڙ نہ آهي، جنهن ۾ تون ۽ مان ٻئي الوپ ٿي وڃون، ڳوليون بہ تہ هڪٻئي کي پائي نہ سگهون!

● اردو ٻوليءَ ۾ ڪلهہ ۽ سڀاڻي لاءِ هڪ ئي لفظ "ڪل" آهي. اهو ماڻهو ڪهڙو نہ سياڻو هوندو، جنهن اهو لفظ ڳولي ڪڍيو هوندو؟

● اڙي موت! وري تاڪ جي وٿيءَ مان ڏسين ٿو تہ مان لڪان ٿو پيو! تورو صبر نہ ٿو اچيئي؟

● او سک ڦٽا مَن! توکي ايتري ڦٽ ڦٽ ڇو آهي؟ ڪجهہ ساهي ڇو نہ ٿو پٽين؟ ڏس هيءَ نينگري ڪيتري نہ صورت وَند آهي. ڇا خدا تو ڏانهن تنهنجي جنم ڏن تي پنهنجي سوڪڙي ڪري موڪلي آهي؟

پرستش کے یاں تک کہ اے بت تجھے ،
نظر میں سبھوں کے خدا کر چلے .

(میر)

مير! جي تون هُن کي گهوري "سين ها تہ تون پرستش ڪانسواءِ بہ مقصد حاصل ڪري سگهين ها.

● عمر خيام ساريون رباعيون ڏئي، تو جهڙو هڪ مصرعو تخليق نہ ٿو ڪري سگهي.

● عطار! ڇا خدا گل ان لاءِ پيدا ڪيا آهن تہ تون انهن مان عطر ڪڍين؟ انهن کي ڇڏي ڏي تہ پل هوا ۾ لُڏن!

● ڪيڏو مينهن وَسي رهيو آهي! ڇا هي توبهہ جي موسم آهي؟ ڇا توري وِتي ڏي!

● چيني پيغمبر لائوٽنري چيو آهي: ”دنيا ۾ ڪروڙين شيون آهن جي ڪنهن شيءِ مان پيدا ٿيون آهن. جا خود ”ڪنهن بہ شي“ مان پيدا نہ ٿي آهي.“

ڇا چيني پيغمبر سڀ ناستڪ ها؟ لائوزي ناستڪ هو. ڪنفيوشس ناستڪ هو. ٻڌ ناسڪ هو! اهي ڪنهن بہ خدا جي وجود ۾ اعتبار نہ ڪندا ها ۽ مائو. جنهن جي کيڇ ۾ ڳاڙهو ڪتاب هو. پاڻ کي انهن کان بہ وڏو ناستڪ سمجهندو هو. انهيءَ جي شاهي ٻَت کي ڳچي ۾ زنجير وجهي چيني عوام بيجنگ جي چؤنڪ تان لاهي ڪنهن گدام ۾ بند ڪيو.

● مائوءَ ڪنفيوشس جو مندر ڊهرايو هو. هن جو پنهنجو ڪوئي مندر نہ آهي، چيني پنهنجي زندگي خدا کانسواءِ گذاري سگهن ٿا. گهڻ ۾ گهڻ صدين کان گذاري اٿائون. ڇا هو روح ۾ ڪائي خلا محسوس ڪن ٿا؟ جي هو خلا نہ محسوس ڪن ها تہ مشهور چيني ڏاهولن يوتانگ نہ چوي ها تہ، ”خدا کانسواءِ مان پاڻ کي يتيم ٿو محسوس ڪيان.“

● مائوزي تنگ ۽ هوچي منه- واهيات شاعر تہ هيا پر ڇا هو وڏا انقلابي ها؟ انقلاب! ها... ها... تو تہ اخبارن ۾ پڙهيو هوندو، ڪيترا چيني، ويٽنامي جي، ويٽنام جي سرحد تان سمهنڊ ۾ ڏڪيا ويا ها، سمنڊ ۾ ٻڏي مئا ها!

● ڇا هي تون هئينءَ جا اکين اڳيان ترڪي وئين؟ منهنجي اکين ۾ ڳوڙها ڇو اچي ويا؟ مان اهي هار ٻي ڪنهن کي تہ نہ پايان ها!

● تون منهنجي ۽ موت جي وچ ۾ اچي وئي آهين، مان توکي هٽائي بہ تہ نہ ٿو سگهان!

● تون مون ۾ رهندينءَ، مان جتي بہ هوندس. هن ڌرتيءَ تي يا ڌرتيءَ کان ٻاهر.

● اڄ توکي ڏسي مون محسوس ڪيو آهي تہ منصور جي هر انگ مان ”اناالحق“ جو نعرو ڇو ٿي نڪتو!

● اهڙيون ڪاريون اکيون تہ ڪنهن هرڻيءَ کي بہ نہ آهن، نہ اهڙا ڊگها وار گهنگهور گهٽائن کي آهن!

● ڇا خدا منهنجي حسن جي تصور کي مجسم ڪيو آهي؟ ڇا مان تو ۾ ساهه ڦوڪيان ها ته ٻي نموني ٺاهيان ها. تون جا قوس- قزح وانگر آهين ۽ جنهن کي بادل ڏسي حيران آهن ته اهڙا رنگ ته اسان اڳ ڪڏهن به نه ڏٺا آهن!

● اديبو! شاعرو! شعر ۽ ادب صديون جرڪندو رهي ٿو. سياست دان گهڙيءَ جا گهاڙو آهن. اوهان انهن جا جڙوئا نه ٿيو!

● هي مارڪسزم جي باقيات جي سياسي محرقي ۾ ٻٽلا آهن، انهن جي ويجهو نه وڃو! ائين نه ٿئي ته انهن جا جيوڙا اوهان کي لڳي وڃن!

● مون اوهان کي بار بار چيو آهي ته اُهي بہ خدمت ڪن ٿا جي ترسن ٿا ۽ تاڙ رکن ٿا. وهلور نه وڃو، ابتيون سُبتيون اوليون نه هڻو. تاريخ جي ڌارا سِڌي وڃي رهي آهي ۽ اوهان جي ناوَ پنهنجي منزل- مقصود تي پهچڻ واري آهي.

● اوهان ۾ جي نفرتون مارڪسزم پيدا ڪيون آهن، پهرين انهن مان جان ڇڏايو. اڳيان نعرا اوهان لئه جڙرون تي پيا آهن ۽ اوهان کي رت پوٽو ڪري ڇڏيو اٿائون. مان ڏسان ٿو ته سنڌ تي سج اُڀرڻ وارو آهي. في الحال هيڏانهن هوڏانهن اجايون هٿوراڙيون نه هڻون!

● رهزن اوهان وٽ رهنما بڻجي اچن ٿا. اوهان ۾ انهن جي اڳواٽيءَ جي اور انڪيل آهي. هو اوهان کي چون ٿا ته پنهنجا هڏ ڀڃي، پاڻ ۾ ڦٽي ڪيو ته ڀيڙ مچي! هوَ پنهنجا هڏ، پنهنجي اولاد جا هڏ، ان آڳ ڪان پاسي رکڻ چاهن ٿا. رڳو اوهان تي مچ مچائي هٿ سيڪڻ چاهن ٿا. تاريخ ڪيترو وقت سبئاندي ۾ رهندي؟ اها توهان لاءِ مچ پاڻ ئي ٻاريندي.

● هي جي رڻ جا راهي آهن. اهي قافلو بہ ناهي نہ ٿا سگهن. پنهنجا پنهنجا سنک هلائي، اوهان کي مختلف ڏس ڏسن ٿا. انهن ڪان پاسي رهو، اهي اوهان کي رِڻ ۾ رلائي ماريندا.

● هي ٻيندَ، هي تڏا، هي نتوئان، ڪُڪُڙَ جا ٽُرا، هي جو توپي تنڊ تي رکي هلن ٿا. هي پَچ ڪڙا، پوءِ ڊاوا، اهي اوهان وٽ رڳو ڪُڪڙوڪون وجي ڇڏيندا، انهن کان پاسي رهو. اهي رڳو اوهان کي ڊوَ تي ڪوڪلا نعرا ڏئي رهيا

آهن تہ. 'سنڌ ٻڏي رهي آهي' انهن مان گهڻا درياهہ جو وهڪرو سڃاڻن ٿا؟ هو ڏنڌ ۾ اها ناوَ ڏسي نہ ٿا سگهن. جا سنڌ کي پنهنجيءَ ڪنڌيءَ ڏانهن وٺي وڃي رهي آهي.

● تون ٿو جوين شاهہ سير سفر ڪيا ها. هائو ڪيا ها پر هُن پوئين اڌ عمر رڳو پٽ تي گذاري هئي جا ڪائنات کان وڏي هئي.

● تون ان تي فخر نہ ڪر تہ تو پيالا نہ پيتا آهن ۽ ان ڪري تنهنجي هانءَ پڙتي نہ پئي آهي. تو پنج سال وڏيڪ جيئين تہ ڇا؟ تو اهڙيون پنج سئون بہ نہ لکيون آهن. جي امر آهن. تو اهي گهڙيون وڃايون آهن جي حافظ ۽ خيام جي حصي ۾ آيون هيون.

● توکي اها خبر آهي تہ تنهنجي اڳين پيرو مرشد اسٽالن ۽ ان جي ٻالشيورو جو ڏينهن, رات کان پوءِ شروع ٿيندو هو ۽ هُو ساري ساري رات پيئندا ها ۽ حڪومتي اُمور تي فيصلا ڪندا ها؟

● تون خدا کي ڏسي سگهندين؟ هونءَ تہ منهنجو سينو ڪوهِ طور آهي!

● سولزي نتسن مغرب کان پڇيو هو: "روس ۾ ڪيترو وقت صليب گدام ۾ پئي رهنديءَ يسوع ڳوليو نہ لڀندو؟"

● فيض, زندان جي دريچي ۾ صليبون ڏٺيون هيون.

ڪاش هو ڄاڻي سگهي ها تہ ڪنهن جي لاءِ مصلوب ٿي رهيو آهي!

● مان نتشي هجان ها تہ ڪوچہ و بازار ۾ چوندو وتان ها: "ڪنهن کان ٿا ڊڄو. موت مري چڪو آهي."

● نتشي جو زردشت سان ڇا وڃي! ڇا هن اُها ازلي آگ ڏٺي هئي. جنهن ۾ سڀ ڪجهہ ازل تائين جرڪي رهيو آهي؟

● ايترو گهر سُر آهيان. جڙ دل ڪٿي وساري آيو آهيان!

● سبط- حسن! ڇا تون ڄاڻين ٿو تہ عمر خيام جي پيدائش وڏي ۾ وڏو انقلاب- ايران آهي.

● تون لابي تہ آهين. انقلابي نہ آهين.

● اي هيڊ ڳڙيءَ جا پساري! هاتي ڪوئامار ۾ ڪٿي تو لڳين؟

● ڊگهيءَ عمر وارو، ڊگهي قد واري وانگر عقلمند گهٽ ٿيندو آهي.

● تنهنجو رباب تہ قاتل آهي. جيڪو رڍن اڳيان هلائي رهيو آهين!

● ليني جا پوٽلڳ ائين ختم ٿي ويا، جيئن حسن بن صباح جا پوٽلڳ ختم ٿي ويا ها. اها ئي ڳالهہ آهي تہ اڄ بہ ڪجهہ ماڻهو حسن بن صباح کان متاثر آهن.

● پاڳل خانو تہ ڍهي پيو. پاڳل سوچي رهيا آهن تہ هاڻي مٿو ڪٿي ڇپايون؟

● اڄا [illegible] ويهين صديءَ ۾ ئي رهين! ايڪويهين صدي مٿان اچي وئي آهي.

● انتخاب ٿو چاهين يا انقلاب ٿو چاهين؟ جي انقلاب ٿو چاهين تہ ڇو ٿو چاهين ۽ ڪهڙو ٿو چاهين؟

● انقلابي! توکي ڪتن ۾ چنبا پسند آهي، تون ان ڪي سنڌوءَ جي چولين ۾ ڏسڻ نہ ٿو چاهين!

● ڪي ماڻهو پنهنجي خول مان نڪري نہ ٿا سگهن. ٿو گهريتڙي ڏٺي آهي نہ؟ اها مٽيءَ جو گهر ٺاهي، اُن ۾ پاڻ کي پوري ڇڏيندي آهي. ڪي ماڻهو ائين ٿين ٿا.

● توکي تہ انقلاب جي خوني رنگ واري عينڪ پئي آهي. تون حقيقت کي اکين ۾ ڇا گهوري سگهندين؟

● حقيقت تيز گهوڙي تي ڊوڙي رهي آهي ۽ تون واريءَ تي منڊي وانگر آهين. تون اُن کي ڪيئن پڪڙي سگهندين؟

● ٿوري ٽيڪر تي اچيئي تہ نوڙيءَ تي ٿو گهمين! اهو نہ ٿو ڏسين تہ نوڙي ڇڄي پئي آهي ۽ هيٺان ٻرندڙ ٽانڊا آهن؟

● ڇا ڪوئي پتائيءَ جو تر ڪٿي ٿو وڃي؟ نہ وري ڪوئي پالوا مان مارئي اغوا ڪري ٿو سگهي. هوءَ اڄا تہ ڪهڙو پري رهي آهي، جو تمنار تي چلڪڻ وارو آهي.

● ياسر عرفات مان اُتساهہ ولڻ وارا! ڇا تو ڪڏهن يروشلم جي تاريخ پڙهي آهي؟

● اڄ هڪ دفنائي آيا، سڀاڻي ٻيو دفنائي ايندؤ. پرينهن ٽيون، هن

ڏرتيءَ جو ٻيو پرچٿو نہ آهي.

● ڇا مجاز حقيقت جي پل آهي. مجاز تہ اُهو درياھ آهي، جنهن ڪيئي پُليون لوڙهي ڇڏيون آهن.

● مجاز هر حقيقت کان وڌيڪ خوبصورت آهي.

● ڪاش! مجاز کي پائندگي ملي سگهي! ڪاش گلاب ٽِڙي وَري نہ مرجهائجي!

● فنا کي جا سونهن آهي سا بقا کي ڪٿي! اُها تہ الوٽي، اڻ سجلائتي آهي، اُن ۾ اجائي اڪارٿي ڊيگھہ آهي، خالي پيلي پٽاڙ آهي.

● رات مون لاءِ پلي کان پلي مَس ڪُپڙي آهي. مان ۽ چنڊ ساڳي اوجهي وٽ وديارٿي آهيون.

● اي خوبصورت وَل! تون انهيءَ وڻ تي چڙهي رهي آهين. جو سائو نہ رهيو آهي.

● ايتري خوبصورت! ڪُن فيڪون وقت تون ايتري خوبصورت تہ نہ هئين!

● اي ازلي حقيقت! جي تون هن عورت جيتري خوبصورت آهين تہ تون مون کان جدا ڇو ٿي هئينءَ؟

● ڇا چنڊ ڪوئي گل آهي؟ اُن ۾ تنهنجي سڳنڌ آهي.

● خوبصورت گُل چيو، "تون مون کي ٿاريءَ تان پٽين نہ ٿو؟ مان تنهنجين آگرين لاءِ آتو آهيان." مون گل کي چيو: "منهنجون آگريون بہ تولاءِ آتيون آهن، پر مان توکي چنڻ نہ ٿو چاهيان، تون ٿاريءَ تي خوبصورت ٿو لڳين."

● ڪيئين چنجي ڪيتريون صديون تنهنجون اکيون مون ڏانهن ڏسي رهيون هيون! مون رڳو توکي هڪ پيرو ڏٺو ۽ ڪنڌ جهڪائي ڳالهائيندو رهيس.

● مون يسوع کي چيو: "توکي مصلوب ٿئي تہ ٻہ هزار سال ٿيا، تو واري صليب اڃا پڳي نہ آهي؟"

● قراة العين طاهره! جڏهن جلاد توکي گهٽو ٿي ڏنو تڏهن بہ خدا

يُحب الجمال هيو؟

● ڇا تون ڄاڻڻ چاهين ٿو ته خدا ڇو آهي ۽ ڇا آهي؟ مهڙو خوبصورت مکڙو هٿن ۾ جهلي اهو سوال ڪيئن ٿو پڇين؟

● مون ته ڪمري کي اندران بند ڪري ڇڏيو آهي. تون بار بار ڪيئن ٿي هلي اچين؟ ڇا تون منهنجي شاعري آهين؟ منهنجي 'مون' جو حصو آهين؟

● ميري ماجدلين يسوع جي پيرن وٽ ويٺي هئي ۽ هن جا ڏکها وار ڌرتيءَ تي ڪِري رهيا ها. اوچتو صليب تان رت ڦڙا هن جي ڳلن تي ڇڪيا ۽ هن جي ڳوڙهن سان گڏ ڪري، مٽيءَ ۾ سمائجي ويا. مان جو اڄ به پنهي کي ڏسي رهيو آهيان، سوچي رهيو آهيان ته واقعي رت ڦڙا ڳوڙهن کان وڌيڪ مقدس ها؟

● مان توکي اکين ۾ ڏسي نه ٿو سگهان! انهن ۾ ته ڪيئي صديون آهن جي مون کي سمنڊ جي واريءَ وانگر لوڙهي وڃن ٿيون.

● بودليئر! گناهه واقعي گل جيترو خوبصورت هوندو آهي، پر اُن ۾ خوشبو نه ٿيندي آهي.

● غالب! تون واقعي 'گلشن- ناآفريده' جي عندليب آهين، پر اهو گلشن اڃا تائين ته پيدا نه ٿيو آهي؟

● اٿفرو ڊانٽي! تون اُن وقت منهنجيءَ زندگيءَ ۾ ڇو نه آئينءَ، جڏهن مان اَپالو هوس؟

● ڇا تون ۽ مان اڳي بئيٽرس ۽ ڊانٽي ته نه هياسين؟ تون منهنجي زندگيءَ جي جهنم ۾ ڇو آئي آهين؟

● "شاخ- نبات!" حافظ چيو: "تون منهنجي هر غزل کان وڌيڪ پياري آهين، تنهنجا چپ ڪنهن به غزل جي مطلع کان وڌيڪ شيرين خوبصورت ۽ مترنم آهن."

● مون ننڊ مان اک پٽي، ڪڙڪيءَ مان جهونجهڪڙي جون ريڪون ڏٺيون ۽ خدا جو ٿورو مڃيو ته مون کي هڪ ڏينهن ٻيو به ڏنو آٿائين. انهيءَ جو امڪان به هو ته مان اک ئي نه پٽيان ها ۽ ابدي ننڊ ۾ هليو وڃان ها.

جنهن ۾ ڪنهن نہ ڪنهن وقت ويٺو آهيان.

مون خدا جو ٿورو مڃيو تہ هن مون کي هڪ پيرو پرهہ جا پکي پيهر ڏيکاريا آهن جي آسمان ۾ اڏري رهيا آهن يا اچا وڻن ۾ چون چون ڪري رهيا آهن يا منهنجيءَ بالڪنيءَ جي ٻاهران رکيل ٺڪر جي ٻاٽ مان پاڻي پي رهيا آهن ۽ چوڳو چڳي رهيا آهن (منهنجيءَ زندگيءَ ۾ سڀ کان چڱو ڪم اهو آهي تہ رات جو مان انهيءَ ٻاٽ ۾ پاڻي ۽ چوڳو وجهي سمهندو آهيان. انهيءَ آس سان تہ پرهہ جو اُٿي ان تي پکيئڙن جو ميڙاڪو ڏسندس)

مون خدا جو ٿورو مڃيو تہ هُن وري مون کي صبح ۽ شام جي شفق مان سورج مُکيءَ چنڊ جو وجهو ڏنو آهي.

مون خدا جو ٿورو مڃيو تہ ساوڻ جي مُند آهي، ممڪن آهي تہ ڪاريون گهٽائون اُڀري اچن ۽ مان انهن جي موسلا ڌار مينهن ۾ وري وهنجي سگهان. اوچتو منهنجيءَ دريءَ مان ڪو پوپٽ اڏري آيو. مون ان جو آدرڀاءُ ڪري ان کان پڇيو تہ ڇا هُن جو پيغام آندو اٿي، جنهنجا رنگ تو وانگر خوبصورت آهن ۽ جنهن کي پرن کان پڪڙي، خدا منهنجي هٿ ۾ ڏنو آهي ۽ ان جي پرن جي سلامتيءَ لاءِ منهنجا هٿ ذميدار آهن.

مون خدا جو ٿورو مڃيو تہ مون کي هر سنساري ٻنڌن کان آجو ڪري، هڪ ٻي ڪرتڪار ڏني اٿائين تہ ڪويتا لکان ۽ ائين لکان جو ان مان منهنجيءَ جوانيءَ يا پيريءَ جو پتو نہ پوي. پر مون اچا تائين هن جو هڪ ٿورو بہ نہ لاٿو آهي. مون اچا تائين اهڙي ڪويتا نہ لکي آهي، جنهن ۾ هن جي اهڙي عبادت هجي، جا روز سج، تارا ۽ ڪتيون ڪن ٿا. مون اچا تائين اهڙي ڪويتا نہ لکي آهي، جا پکين جي گيتن ۾ آهي. جي عبادت ڪانسواءِ ڪجهہ نہ آهن.

اي خدا! تون مون کي اچا ڪجهہ ڏينهن ڏي تہ مان تنهنجو ٿورو لاهيان. مان گيت ائين ڳايان، جو انهن جي اڳيان هر عبادت جهڪي لڳي.

اي خدا! مان تنهنجو پوءِ بہ هڪ ٿورو بہ لاهي نہ سگهندس، تون تہ اڪٿ پندار آهين. منهنجيءَ جهول ۾ ڪٿا آهن ڪهڙا؟ مان توکي ڇا آڇي سگهندس. مان توکي ڇا آڇي سگهندس؟

● نتشي! ڇا تون زردشت کي سمجهيو ٻه هو يا هُن جي پيغام کي توڙي مروڙي پيش ڪيو هو، جيئن اڳتي هلي اُهو ڪيئي نازي پيدا ڪري؟

● تون چنڊ جو ٽڪر ۾ ٻاڇو هُئين؛ توکي ڏسي مون پڇتايو آهي؟

● اي وديا پتي! تو اهڙي ماڪيءَ جي مک ڏٺي هئي جا ڳل کي نه سمجهي ان ڏانهن اڏري وئي هجي؟

● تاريخ جي نديءَ ۾ ترندي مون سان ڪيترائي تيراڪ (تارون) مليا آهن، جي ٻئي ڏٺي ئي پار وڃي نڪتا آهن.

● ڇا هي منهنجي وات ۾ مانيءَ گرهه پويون گرهه ته نه آهي!

● اي آگ جي دريا جي مصنف! تنهنجي ڪتاب جو نالو ئي معنيٰ تي چُڪو آهي. ڏس ايران جي نار ۾ پيٽرول جا هزارين ٽَن وهي رهيا آهن!

● "مير درد!" مون پڇيو: "هي سڀ ڪيڏانهن ويا؟ ڇا اسان کي ٻه ساڳي راهه تي هلڻو آهي يا تنهنجي مُنهنجي راهه الڳ آهي."

● "ٻَلي شاهه! دنيا ڍوند جا طالب، واقعي ڪُتا آهن!"

"اڄ ته تون مان پنهنجي الڳ دنيا وسايون."

● "ماڌول لال حُسين! تنهنجي نالي تان سِرُ صدقي، شال تون جُڳا جُڳ جيئين!"

● "ميان مِير! اُتي ته دارا کي ڳولي لهون! هو ڪيڏانهن گم ٿي ويو آهي؟"

● تنهنجو شڪر آهي منهنجا رب! اڄ مون کي اڌ مانيءَ پورو ڪتاب نصيب ٿيو آهي.

● ٻُڌ! تو مون کي کهڙو ڏک ڏنو هو؟ مان اُن وقت انهن جي ڀِنتان ٻيئل هوس، جنهن وقت ڪنهن کي بيمار ڏسي، تو ۾ ڪَهل اُڀري هُئي، ٻيڏاپو ڏسي توکي ٻاجهه آئي هئي ۽ ماڻهوءَ جو مرتبو ڏسي، تنهنجو جيون مان موهه ڪچي ويو هو. ائين ڇو ٿيو ته انهن ساڳين ڳالهين منهنجو جيون ۾ موهه وڌايو؟

● يا خدا! مون کي نانگ کان ڏنگاءِ.
ڪنهن همعصر سان نه ملاءِ.

اي ذوق! تو چيو آهي:

اے زوق کسي همدمِ دیرینہ کا ملنا،
بهتر هے ملاقاتِ مسیحا و خضر سے.

۽ پر جيڪڏهن ڪنهن جا مسيحا ۽ خضر ٿي فقط همدم- ديرينه هجن ته پوءِ؟

● ماڻهو يا برا آهن يا چڱا آهن، وچ ٿرو ڪوبه نه آهي ۽ جي ڪوئي وچٿرو آهي ته ان جهڙو برو ڪوئي نه آهي.

● "اڙي! هي ته مون سان پڙهيو آهي. هي ايترو مٿي ڪيئن پهتو آهي."

"احمق! ڪي هنومان وانگر ٻاهران باندرسئنا جو حصو لڳندا آهن، پر هڪ ئي ٽپ ۾ ننڍڙا پربت ٽپي ٻين کي ڪٽي ويندا آهن."

● "توکي ننڍڙو ٻار ڏيان يا رابيل جو گل ڏيان؟"

"جيڪي به ڏين، مون لاءِ ٻئي هڪجهڙا آهن."

● ٻاهران رڍ جي کل پاتي اٿي! بگهڙ، تون رڍ جون اکيون ڪٿان آڻيندين؟

● جي تو ماڻهو اکين مان نه سڃاتو، ته هن کي ڪڏهن به سڃاڻي نه سگهندين.

● اٿين ته نه آهي ته يسوع جي رات جي پوئين، ماني ۾ مان به شريڪ هوس؟

● ڏج انهيءَ وقت کان جڏهن تون به جانهم ۾ پيسبين!

● تون، تقدير کي نه ٿو مڃين، تقدير جا تنهنجي پنيان ترار اُڀي ڪري بيٺي آهي!

● تو سمجهيو آهي ته تو خدا جي رَسيءَ کي مضبوطيءَ سان جهليو آهي! تنهنجو هٿ ته ڦاسيءَ جي ڦندي ۾ آهي جو تنهنجي ڳچيءَ ۾ پيو آهي.

● تون تقدير کان بچي ويندين، تون ايڏو ڏاهو آهين!

● ڪوٺي سِڪي وانگر ڪڙڪي رهيو آهين، مون کي تنهنجيءَ ڪل تي ويساهه نه ٿو ويهي!

● چا انڌي کوهه ۾ به شفق جو پاڇو پوندو آهي؟ توکي ڪي هنڌ سج لهندو نظر نه ٿو اچي؟

● 'تِر جي ڳتي سؤ چوٽون کائي'، ڪيڏين صدين جي تجربي ان پهاڪي کي ڄاميو آهي! پهاڪو ساهتيه ۾ سوچ ۽ سچ جو سنگم آهي.

● چگو جو مارڪس لنڊن ۾ پوريل آهي؛ جي هو ماسڪو ۾ پوريل هجي ها ته هن جي ڪفن کي سائبيريا جلاوطن ڪن ها!

● يا خدا! تون ڪيترا رنگا رنگ گل منهنجي جهوليءَ ۾ ڦٽي ڪندو رهيو آهين! هاڻي ته منهنجي جهوليءَ ۾ جاءِ به نه رهي آهي!

● هر خوبصورت چهري تي تنهنجو گمان ٿئي ٿو، تون ته وحدت الوجود وانگر ڦهلجي چُڪي آهين!

● ڪنڊڙيءَ جا شاعر فقير بهترين انسان ها. تو کي انهن کان بهتر ٻيا ڪهڙا انسان گهرجن؟

● مون تُنهنجي شاخ مان موتئي جا گل پٽڻ تي چاهيا پر پوءِ هٿ روڪي ڇڏيو. تنهنجيءَ شاخ تي موتيو ڪهڙو نه چگو ٿي لڳو!

● اي خدا! ايتريون خوبصورت اکيون ته تو نرگس جي گل کي به نه ڏنيون آهن، پر نرگس جو گل ته انڌو آهي، اُن جي هنن اکين سان ڪهڙي پيٽ ٿي سگهي ٿي!

● خمينيءَ جي دؤر ۾ شيراز ڏسي مون کان وسري ويو ته مون حافظ پڙهيو آهي. ڇا ايران جو انقلاب اِهو آهي؟

● هر انقلاب مان سڀ کان وڏيڪ نقصان شاعر، اديب ۽ آرٽسٽ جو ٿيندو آهي.

● مون مانيءَ ۽ بهزاد کي سڏي چيو:

”منهنجي ڪڏ اچو! مان اوهان کي اهڙي تصوير ڏيکاريان جا اوهان جي خواب خيال ۾ نه آئي هجي! اها تصوير آهي ته انسان جي پر ان جو ساڳيو مصور آهي، جنهن چنڊ کي ٺاهيو آهي.“

● اي وَل! تون وڻ کي ڪيڏو نه وڪوڙي وئي آهي، هاڻ ته اُن جا پن به نظر نٿا اچن!

● اڄ ته ڪوراڙ تي جهولو جهُوليون! وڻ جي ٽاريءَ وانگر لڳي رهي آهي!

● تو مون کي ايڏي زندگي آڇي آهي جو موت کان وڌيڪ ڇَپ ڏئي ڇڏي آهي.

● تنهنجون اکيون ڏسي، مون کي ائين محسوس ٿيو ته مون شراب

نوشي اچا نہ ڇڏي آهي.

- نانگ وارو وير تہ فقط انسان رکندا آهن، نانگ تہ نالي ۾ خوار آهي.
- مٿان منھنجا ڪتاب سنڌالاجيءَ جي قبرستان ۾ پورين!
- منھنجيءَ دل ۾ ايترو پيار آهي جو اُن ۾ ساز جي لاءِ ڪائي جاءِ نہ آهي.
- مان تنھنجي ياريءَ ۾ ٻيھر اچان! تو پنھنجو چار ڏنو آهي؟ هنڌان هنڌان ڦاٽو پيو آهي.
- مون تو ڏي ڏسي سوچيو: ”خدا مون ڏانھن اڌ- تڙيل رابيل جو تحفو موڪليو آهي.“
- مير! توڪان تہ غزال وحشت ڪندا ها! مون کي تہ خوبصورت اکين واريون هرڻيون اچا تائين ڳولي ٿيون لهن.
- هي دور- جديد، جنھن مان الحاد جا اُلا اُيري رهيا آهن! مان خُدا جي باري ۾ لکي ڇڻ گناھ ڪري رهيو آهيان!
- ميان! مان باغي آهيان، انقلابي نہ آهيان. انقلابي تہ سڀ ڪوڙا نڪتا.
- لينن کان زردشت چڱو هو. هن جي آگ ٻاهر تہ ٻرندي هئي، لينن جي آگ تہ ماٺھوءَ جي من کي وڪوڙي وئي هئي.
- دنيا ڪيڏي ڦري وئي آهي؟

رڳو تون لاتوني وانگر نِڪ ٻَڌي بيٺو آهين؟

- مان تنھنجي هڪ مُرڪ جو ٿورو لاهي نہ ٿو سگھان. تون جا ڪائنات جهڙي خوبصورت آهين.
- ائين تہ نہ ڏس! مون کي جُڳ جُڳا نتر کان پري تہ نہ اُڇل!
- هَن نگاھ جي رسي ڪيڏي نہ ڏِگھي آهي! ڇڻ صديون مون کي پاڻ ڏانھن ڇڪي رهيون آهن!
- جيئن سمندر جو شور ڪوڏ ۾ ٻرندو آهي، ائين تون منھنجي هانوَ ۾ هُري رهي آهين.
- تو سرءُ ۾ پوپٽ نراس ٿيندي ڏٺا آهن؟ جي نہ، تہ تنھنجو ۽ انھن

جو خدا ساڳيو نہ آهي.

● تون تہ روبس پيئريءَ سان گڏ دفنايو ويو هئين! تون ڪٿان آئين؟

● سنڌي ادب اسرافيل جي صورَ تي اُٿي تہ اُٿي، في الحال تہ ان جي نبض بيهجي وئي آهي.

● 'واهہ جو تون آن!' جيڪڏهن آنءَ ائين چوان تہ تون انڪي وحدانيت جو اظهار سمجهندين؟!

● چنڊ ڪي ڏسي مون کي تنهنجي ياد چو ٿي اچي ۽ توکي ڏسي چنڊ ياد چو ٿو اچي؟ ڇا تون استعارو آهين يا چنڊ استعارو آهي؟

● تو منهنجي مخالفت ڪئي، خُدا منهنجي مدافعت ڪئي، هاڻي نتيجو ڏِس!

● تون منهنجي نندا ڪري، اُن ڪَنَ ڏانهن ڏڪجي رهيو آهين، جنهن ۾ ڪيئي پڌي ويا.

● تون جنهن ڌرتيءَ کي مون سان ٽڪرائي رهيو آهين، ڏسجانءِ متان اُها ڇيهون ڇيهون نہ ٿي وڃي!

● ڪنهن ڪنهن انسان جي ارادي ۽ مشيت- ايزديءَ ۾ ڪوئي فرق نہ هوندو آهي.

● موت مون تي فتح پائيندو يا مان موت تي فتح پائيندس. اهو تہ اڃا ڏسڻو آهي.

● جي تون واقعي ازلي ۽ ابدي آهين، تہ هي وچ تي ڇا آهي؟

● مهدي جونپوري! شاهہ بلاول تہ هڪ پيرو گهاڻي ۾ پيڙايو ويو هو. تون اڃا تائين پيڙجي رهيو آهين!

● سرمد! مون سارو لٽو ڳوليو، مونکي تنهنجو محبوب ڪٿي نظر نہ آيو! ها، مون تنهنجو روح گهٽين ۾ گهمندي ڏٺو، جو هن جي تلاش ۾ سرگردان ٿي لڳو.

● سرمد! جڏهن تو جلاد جي تلوار هيٺان خواب- عدم لاءِ اک ٻوٽي تہ تو انهيءَ خواب ۾ ڇا ڏٺو؟

● ڪنهن سبزيءَ واري کان پڇيو، "ڇا هي شيخ اياز آهي؟" سبزيءَ واري ڪنڌ ڌوڻي چيو: "هائو تو هن جا فوٽا رسالن ۾ ڏٺا نہ آهن ڇا؟" پوءِ

هن مو ... مان ڏاڏو مُنجهي پيس. نيٺ هن کي چيم "مان؟ مان نہ
ڄاڻان ... ، بس اهو معلوم آهي تہ توکان سبزي وٺڻ آيو آهيان.
شيخ اياز، جنهن جو نو فوٽو ڏٺو آهي، منهنجي ڪمري ۾ شعر لکي رهيو
آهي."

● هيءَ ڪَنڌ جتي مان لکي رهيو آهيان، ساريءَ ڪائنات کان وڏي
آهي، تو منهنجا نظر ڏٺا آهن، جن جو مان پروردگار آهيان ۽ جن ۾ مون ائين
سانڍ ڦوڪيو آهي، جيئن شينهن نئين چاول ٻچي ۾ ڦوڪيندو آهي.

● ڪوهڪن! مان توکان وارو ٿو وٺان، ڇڏ تہ هاڻي اها ڪير جي ندي
مان ٽاڪيان؟

● منهنجو هر نظم چاهہ- تخشب آهي، جنهن مان روز چنڊ اُڀري
رهيو آهي. منهنجيءَ شاعريءَ کان وڏي ڪرامت ڪهڙي ڏسڻ ٿو چاهين؟

● خدا مون کي چيو تہ پنهنجو اعمال نامو پاڻ لک! ڪراماً ڪاتبين
لکي لکي ٿڪجي پيا آهن.

● گهڻا سان گهوڙي تي پيلهہ وجي رهيو آهين، ڪهڙي چنڊ جي
تلاش ۾؟

● هو ننڍو ڪڪر، وڏي ڪڪر سان ٻهاڙ وانگر وڃي رهيو آهي!

● سانوڻ جون بوندون توکي ڳولي رهيون آهن، تون مٽيءَ جي ايترن
تهن هيٺان آهين جو پهچي نہ ٿيون سگهن!

● محبت اُهو گل آهي، جو ڇٽي پيهر نہ ڦٽندو آهي.

● تنهنجي خوشبو ڦرني جي اڃي گل وانگر آهي. ڪيتري نہ تيز،
ڪيتري نہ مدهوش ڪندڙ!

● مون توڏانهن غور سان ڏسي چيو: "هي گل پٽيا وڃن تہ تولاءِ
چڱو آهي ڇٽي ويندا تہ توکي ڇا ملندو؟" تو مُرڪندي وراڻيو: "ها پر
ڏسجانءِ، توکي ڪوئي ڪنڊو نہ چُڀي وڃي" ۽ اڄ تائين مون کي انهن جو
ڪنڊو چڀي رهيو آهي جو خوشبوءِ کان وڌيڪ جٽادار آهي.

● هي لاش تہ الاجي ڪنهنجو آهي! تون جنهن کي ڳولي رهيو آهين،
اهو تہ تنهنجي پٺيان بيٺو آهي ۽ توتي مرڪي رهيو آهي!

● ليلائون ڪيئي، تون پهرين مجنونءَ وانگر ديوانو ٿيءُ تہ سهين!

● غالب! جي تون ولي هجين ها ته ڪهڙا قاڙها مري پون ها! تنهنجي باري ۾ باده خواريءَ ڪانسواءِ سوچي به نه ٿا سگهون! تنهنجي ولايت ته اِهائي آهي.

● مومن! منهنجو به آخري وقت آهي پر عشق- بتان مان بيزار نه ٿيو آهيان.

● دَهريا! تو پنهنجي باري ۾ ڪڏهن هي سوال پڇيو آهي ته، "هن زندگيءَ ڪان اڳتي مان ڇا ڪندس؟"

● موت جون اڪيون فرينچ انقلاب وانگر ڳاڙهيون نه آهن، ميري انٽونيٽ وانگر نيريون آهن.

● اي نيريءَ چِتيءَ وارا! تنهنجي چِتيءَ ڪي مان تاڪا ڏيان؟ اُن مان مينهن وَهي رهيو آهي.

● هُن چيو: "نئون پيار ڪر ته توکي نئين جواني ملي" مون جواب ڏنو: "مهڙي پياري پيري گنوائي مان نئين جواني پائي ڇا ڪندس؟"

● آخر گهٽا گل پٽيندين؟ تنهنجي جهولي ته پرجي وئي آهي، دل نه ٿي پرجي!

● هن ڪائنات ۾ جي تنهنجي مُرڪ امر نه آهي ته ڪا شيءِ امر نه آهي.

● مونا ليزا! توکي مُرڪندو ڏسي ها، ته ليونارڊو ڊوانچيءَ تي ڪاوڙجي ها.

● اوه! هوءَ گلابي خوشبو، جنهن جي هوا ۾ مسرت هوندي هُئي!

● "اڪيون به مُرڪنديون آهن ڇا؟"

"دراصل مُرڪ ٿيندي ئي اکين ۾ آهي."

● تنهنجي مُرڪ جڏهن دستر خوان تي پئي ته ڪاڏي جو سواد وڌي ويو.

● قراة العين طاهره عبدالباب کي اکين ۾ ڏسي نه سگهي. هن جي پيرن کي ڏنائن ۽ سوچيائين، "ڪاش! هنجي جتي منهنجي ڪل مان سبي وڃي ها!"

● بي آب و گياه دشت سوُس ڏسي، حلاج بن منصور چيو، "منهنجي

اندر ۾ به هڪ دشت- سوس آهي، تون ڪڏهن ٿو بارش وانگر اچين."

● ڇا ميان مير وانگر مان پنهنجون ڪرامتون بيان ڪيان ته مون کي ڪوئي داراشڪوه ملندو؟

● مان تنهنجو ثورائتو آهيان، منهنجا خدا! وري پرهه جا پکي چون چون ڪن ٿا.

● هيءَ رات به ننڊ ۾ گذري وئي ۽ هڪ نئون صبح ڏيکاريئه، اي ازلي حقيقت! تنهنجي مهرباني!

● اي ڪراچيءَ جي آمدورفت ۾ ڪِرڇيون ڪِرڇيون ٿي ويل رات، ڇا مون کي سنڌ جي آئيني جهڙي خاموشي وري نه ملندي؟

● تنهنجو فون تي آواز آيو يا آسمان تي انڊلٺ نڪتي.

● ايترا لمبا وار ته ڳهتائن کي به نه هوندا!

● اي حُسن! مون توکي جهرندو ڏٺو آهي، پر جيترو وقت تون تروتازه آهين، اوترو وقت بُت پرستي اپاريندو رهيو آهين.

● اردو شاعر ● بوب کي بُت جو چوندا آهن ۽ سنڌي وري بَدن کي بُت ڇو چوندا آهن؟

● اي ڪاربون اکيون! مون تي اچا تائين پونرن وانگر جو ٿيون پرنديون وتو، مان ته مرجهائجي چڪو آهيان!

● ڇا تنهنجي ڪاوڙ ۾ ڪو وَڙ آهي؟ مان سڀ سِٽا سمجهي سگهان ٿو تنهنجي هر وِک کي ويجائي سگهان!

● تون جو جبل پاڙئون پَٽي ٿو اچلائين، پنهنجي پاڻ ۾ ته ڪنول جي ڪونٿيءَ کان به نرمل آهين!

● ڪڏهن پنهنجي پاڇي ڏي ڏسي سوچيو: جي مونکي گولي لڳي ته هن کي به ضرور لڳندي. هي مون کان ڌار ته نه آهي!

● غالب! ڇا دنيا بازيچهٔ اطفال آهي؟ ڇا [illegible] ٽڪنڪ ۾ اُن ڪاٺي وانگر آهي، جنهن تي بار [illegible]

● ورديءَ ۾ تون [illegible] سين، اها وردي لاهي هاريءَ وانگر [illegible] ڏيکار [illegible]

● ڇا اُن [illegible] تنهنجي موت تي توکي

اکوبهہ گن سٽليوٽ ملي آهي ۽ هزارين پکي چرک پري هوا ۾ اڏاميا آهن؟

● مسولنيءَ جي بريچز کي پٺيان چهڪ ڏئي ڏس تہ توکي ڪنهن بہ مزدور کان مختلف نظر نہ ايندي!

● ڪروڙين هٽلر ملي هڪ آئن اسٽائن پيدا ڪري نہ ٿا سگهن.

● موت اهو ڏاڙيل آهي جو توکي ڏاڙ ڏاڙ ڪرڻ جو وجهہ بہ نہ ڏيندو.

● ماڻهوءَ جي پٽ گوليءَ وانگر آهي جا بندوق ۾ واپس اچي نہ سگهندي.

● ماڻهوءَ جي پڇي مان هَوَس وچي تہ هو پکي نہ ٿي پوي!

● لينن گراڊ کان فنلئنڊ ڏانهن ويندي، مان ۽ لينا لانچ جي ڪائونٽر تي وينا هياسين ۽ ڪئوينٽر جون سنڊ وچون ڪائي ۽ روسي شئمپين پي رهيا هئاسين. اوچتو لينا سرگوشيءَ ۾ پڇيو:

"تون روسي انقلاب جي باري ۾ ڇا ٿو چائين؟"

مون جواب ڏنو: "منهنجي دل ٿي چوي تہ جيئن هي انقلاب آيو هو، ائين ئي تخريب ۽ تباهيءَ ۾ ان جو انت ٿيندو؟"

"ڇا تون بہ راسپيوٽين وانگر آهين؟" لينا آهستي پڇيو: "ڪُجهہ ڪُجهہ" مون جواب ڏنو، "مستقبل مون تي بہ هن وانگر پاڇاوان وجهندو آهي."

لينا هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو تہ ڪوئي ٻُڌي تہ نہ رهيو آهي.

● هي ڊان اخبار ۾ فوٽو ڏٺئہ؟ ميڪسيڪو جي اڳين پريزيڊنٽ ائنٽونيوريگا (Antonio Noreiga) کي بہ سپاهي جيل ڏانهن اماڻي رهيا آهن جو تہ هن کي آمريڪي عدالت 40 سال ٽيپ ڏني آهي. هو جو ديومالائي پکيءَ گرڙ وانگر ٻُڌبو هو، ڏس تہ ڪئن نہ مينهن ۾ پڳل چوزي وانگر وچي رهيو آهي!

● يا خدا! مون هيءَ رات تنهنجي سپرد ڪئي آهي. صبح سان اُٺارين يا نہ اُٺارين، تون وس وارو آهين؟

● ايتريءَ حد تائين ڪنهن سان گستاخ نہ ٿيءُ جو اها حد اورانگهي نہ سگهين.

● پائيي. دوستي سمي نيڪ، گستاخي ڀڃگي نہ آهي.

● مان اوهان سڀني کي هڪ لفظ ’محبوبہ‘ جي آغوش ۾ سمائي سگهان ٿو، جيتوڻيڪ هر ڪنهن جو خدو خال جدا جدا آهي، هر ڪنهن جي خوشبو جُدا جُدا آهي.

● مون هن کي ڪيئي سال پوءِ ڏسي سوچيو: ”ڇا اسان اهي انسان آهيون جي ڪيئي سال اڳ سمنڊ جي ڪوهيڙي ۾ ڇُميون ڏئي رهيا هياسون؟ يا انهن کي سمنڊ لوڙهي ويو ۽ اسان ٻيا ٻہ انسان آهيون، جي هڪٻئي کي ڏسي ڪائي ڇڪ محسوس نہ ٿا ڪيون!“

● ”ڇا توکي اڳين زندگيءَ جي گهاٽي ڪوهيڙي ۾ ڪجهہ نظر اچي ٿو؟ ڏس تہ سهين؟!“

● ڇا اهو صحيح آهي تہ موت ڪونہ آهي، رڳو زندگي آهي؟

● هن مون کي هڪ ڪتاب ڏئي چيو: ”هي هر مرض جو نسخو آئي.“ ان تي مون هن کي چيو، ”پر جي سڀني مرضن کان وڏو مرض اهو ڪتاب هجي تہ پوءِ ڇا ڪيان؟“

● ڪڻ! تون جو ڪاٺڊين جي ڪلهن تي بار آهين. هي سون چاندي سڀ ڪڻ! ائين ڪَٽ تي اکيون ٻوٽي ڇو پيو آهين؟ ڏسي بہ نہ ٿو سگهين تہ مون ڇا ڪَنو ڪيو آهي!

● مان توکي پکيءَ وارا پَرَ آڇيان ٿو. ڦِٽي ڪر اهو سارو بار- اهو سرو سامان، اها زر و سيم، اهو مال و منال!

● اي خدا جا بندا! جي تُنهنجو جيب خالي آهي، تہ غيب تہ توسان گڏ آهي.

● مُنهنجون ' جوڙيون کوليندين تہ توکي رڳو نوٽ ملندا. ڇاپيل نہ، هٿ سان لکيل نوٽ!

● انسانيت جي تہ جوڙي کي ٽي جوڙ آهن- پيار جو، سهپ جو ۽ سمر- سڪتا جو، ان کي ڪوئي توڙي نہ ٿو سگهي.

● [illegible] ڪيڏي پَل ڪَيئہ؟ پنسي جي ڪَيِ عُمر وڃايئہ؟ ٻُڌا! پوئين گهڙيءَ گهڻا [illegible] ٻاند ۾ ڪنا ڪيا آئي؟

● [illegible] جي عمر مرادي ۾ نوٽ ڪٿا ڪيا آهن، هن ماس جي [illegible] پروست ڪير هو!

● منهنجو توسان پيار ٿي ويو آهي ته تون چنڊ ستارا آهين. هونءَ ته تون ڪجهه ڪوڙيون به نه آهين.

● عورت جي وڏي ۾ وڏي خوبصورتي هن جي سچائي آهي.

● ڇا هيروشيما جي بمباريءَ جي زد ۾ آيل عورت سان محبت نه ٿي ڪري سگهجي؟

● ڇا سونهن رڳو چمڙيءَ جي آهي؟ ڇا تون ان کان سواءِ ڪجهه نه آهين؟

● ڇا جي مون کي اڪيون نه هجن ها ته تنهنجو آواز ڪافي نه هو؟ اهو وساري ڇڏ ته نڪ نقشي کانسواءِ انسان وٺي نه ٿو سگهي.

● چنڊ جي عمر به ته تو وانگر تنهائي ۾ گذري آهي، پوءِ به گل- مهر ڇڏهن تڙي ٻوندا آهن ته هن کي ڪيترو نه وڻندا آهن!

● مون کي توسان ڳالهائيندي ڪڏهن ائين محسوس ٿيو آهي ته مان ڪونه آهيان، رڳو تون آهين. تون جا مون مان ڳالهائي رهي آهين. جيئن سانوڻ جي رُت ڪوئل مان ڳالهائيندي آهي ۽ گهٽائن ۾ سمائجي ويندي آهي.

● توکي خبر آهي ته ليئن اُن ڏينهن مري چڪو هو، جڏهن هن اشارو ڏنو هو ته زار ۽ هُن جي پوري خاندان کي ماريو وڃي ۽ هُن جو انقلاب به هُن سان گڏ مري چڪو هو؟

● اجايا ڪنبي نه ڪوهه! به ڏار ڪيجي ويا ته ڇا، سارو آسمان ته پيو آهي!

● جنهن سان به جيترو به توکي پيار هجي، اوترو اُن سان اظهار نه ڪر.

● تون نه آئينءَ ته مون کي شاهه حسين جي سؤلي ۽ سٺي سِٽ ياد آئي:

"مچي وانگيان مَئن پٽي تڙقان."

واعدي فراموش! ڇا تون اها ڪيفيت سمجهي سگهين ٿي؟

● اي موت! تون مون تي ڪيترو نه مهربان آهين! تون دَر جي وٽي ڪولي ڏسين ٿو ته هي لکڻ ۾ مصروف آهي ۽ پوءِ ٻهي ٻيهر موٽي وڃين ٿو. جيئن منهنجو ڌيان توڏانهن نه ڇڪجي. پر تون اهو نه ڀل ته مون کي ياد

آهي تہ مون مهمان ڪي ملاقات لاءِ ڪافي ترسايو آهي. پر مان ڇا ڪيان، هي صفحو اڃا پورو نہ ٿيو آهي!

● آسمان تو ۾ غارون آهن، جن ۾ منهنجو آواز گم ٿي وڃي ٿو ۽ ٻي پار پهچي ايڏي پڙاڏي سان گونجي ٿو، جو پڙاڏي جي پڙاڏي جو پڙاڏو ڪنهن کي ننڊ ڪرڻ نہ ٿو ڏئي ۽ ڪروٽي پاسا ورائي سوچي رهيا آهن تہ خدا ڪنهن ڪنهن انسان کي رڳو آواز ڇو بڻايو آهي؟

● ڇا ٻڌو جنبي گهوڙي سوار اڃا تائين گهوڙو جهلي بيٺو آهي؟ اُن کي چؤ تہ ڪجھ وقت ڪان پوءِ موٽي اچي؛ مان اڃا سفر لاءِ تيار نہ آهيان.

● ازل کان منهنجي درگاهہ تي ڌمال وڃي رهي آهي، رڳو تو نہ ٻڌي آهي!

● تون پڇين ٿو تہ، 'خدا ڇا آهي؟' ۽ مان پڇان ٿو تہ، 'خدا ڇا نہ آهي؟' ٿي سگهي ٿو تہ اسان ٻئي ساڳيا سوال پڇندا هجون، ٿي سگهي ٿو تہ اهي ٻہ الڳ سوال هجن.

● زندگيءَ جو چيچڙو الائي ڪيتروين صديون ڪنهن بلاول جو انتظار ڪندو آهي!

● هن هرڻ جي ٻوٽ کي ائين چميو ڄڻ هن جو پيارو نئون جنم وٺي آيو هو.

● ينيرڪي جي ويرا آهي، فليٽ جي دريءَ مان ڪويل جي ڪوڪ اچي رهي آهي، ڄڻ چئي رهي آهي، "اٿي تنهنجيءَ شاعري جو وقت آهي."

● ايترو ساجهر ٽرئفڪ جو ڪيترو نہ شور آهي! شهر ۾ سڀ پيٽ قوت لاءِ ڀڄ ڊوڙ ۾ آهن. ڇا هو، اهو سمجهن ٿا تہ انسان رڳو پيٽ نہ آهي، ٻيو ڪجھ بہ آهي!

● فلم ائڪٽر نصيرالدين شاهہ هڪ فلم ۾ چيو هو: "انسان رڳو پيٽ ۽ ڪجھ پيٽ جي هيٺان آهي."

فلمي مسودي جي ليکڪ کي الائي اهو ڇو نہ سُجهي آيو هو تہ "انسان مٿو بہ آهي ۽ ڪجھ مٿي جي مٿان بہ آهي."

● ٻاهران تون ڪيترو ننڍو آهين؟ ڪنهن ڏنو آهي تنهنجي پوڙهاپي ۾ آيل کي!

● ماحول توکي خوني ۽ جنوني ڪري وڌو آهي، تون ماحول کي خوني ۽ جنوني ڪري رهيو آهين خير اهو به پلوَ جو هڪ طريقو آهي.

● هر پکيهه تلاوَ جي پَر تي گگدام ٿي ويهندو آهي.

● اڄ مسين مسين برسات پئي آهي. دريءَ مان ٿڌڙي هوا اچي رهي آهي! ڪاش مون کي پکيءَ جا پر هجن ها ته اڏري ٿر پهچان ها ۽ ڪنهن ڪونئڻ تان ڏانگڙي کي ڏسان ها!

● اڄ شهر ڪيڏو نه گدلو ۽ ميرو آهي. آسمان ڪيڏو نه صاف آهي جڻ مون کي حٿي رهيو آهي "جڏ انهيءَ ويساريءَ ڌرتي جي پَچر! آءُ، مون ڏانهن آءُ! مون ڪترو وقت تنهنجو انتظار ڪيو آهي."

● هي انبوهه مُنهنجو به ته نه آهي! ڇا اهي ساڳي ڳالهه چاهن ٿا جا مان چاهيان ٿو؟ ڇا انهن تاريخ جي آئيني ۾ پنهنجو مڪروهه چهرو ڏٺو آهي؟ ڇا منهنجي شاعريءَ پٿر سان سِر نه ٽڪرايو آهي؟ ڇا هي مون کي سمجهن ٿا؟ هي پاڻ- هر تڙيا، هوڙها، پنهنجي روَ- مت جا آهن، جن کي اهو به معلوم نه آهي ته انهن کي اُهائي وِک وهاڻي رهي آهي، جن کان مان کين روڪيندو رهيو آهيان؟ هي ڪڏهن پنهنجي پاڻ ۾ پيهي ڏسندا؟ هي ڪيڏيءَ ڪَل ۾ ڦاسي ويا آهن! ڪڏهن پاڻ کي پنهنجي اَنڌ مان آجو ڪندا؟ مان باقي عمر انهن تي ڇو وڃايان؟

اي ماڪ ۾ پني باک، اي سَر ۾ سمايل سانجهيءَ جا سِج، اي هوا ۾ تنتر جي اُڏار، اي گل مهر جا ڳهاٽا پاڇاوان! مان انهن تي وڌيڪ ذات وڃائڻ نه ٿو چاهيان. هي مون کي هڪ صديءَ کان پوءِ سمجهندا! هو پوءِ سمجهي سگهندا ته منهنجا سرتا انهيءَ ٿانوَ مان پي رهيا ها. جنهن کي بار بار ڪُتا لَڪي چُڪا ها! الا! مان انهن لاءِ ڪيڏي عُمر اجائي وڃائي آهي!

● چگو به مرتو آهي جيئن بُرو مرتو آهي ۽ نيٺ قاتل جي هٿ مان خنجر ڪري پوتو آهي. هيءُ حوا پنهنجا وار ڇو پٽي رهي آهي؟ اهو ڇو نه ٿي سمجهي ته موت جهڙو معاون پيو ڪوبه نه آهي ۽ هو ڪيتري صبر سان انتظار ڪري ٿو، مظلوم کان وڌيڪ ظالم لاءِ!

● ماڻهو ڪيڏو نه نرجو آهي! هو چنگيز ۽ هلاڪوءَ جي موت کان پوءِ به نه سمجهي سگهيو آهي ته هر ڪنهن جو انت ساڳي ڪَنڌ آهي! جڏهن

اهو اَنڌ جي گهوڙي تي سوار آهي تہ هُن جون اکيون ڏرتيءَ ڏانهن هيٺ نہ ٿيون ڏسن!

● موت نہ حلاليءَ کي ڇڏي ٿو، نہ حراميءَ کي، موت جو خود نہ حلالي آهي نہ حرامي ۽ جنهن جو بيءُ اچا تائين لاپتي آهي!

● هي منهنجو هٿ مستقبل جو هٿ آهي، تقدير جو هٿ آهي، مشيت ايزديءَ جو هٿ آهي، بارڙا تون ان جي چيچ کي پڪڙي ٿو سگهين!

● حسين بن منصور حلاج! جي تون منهنجو همعصر هجين ها تہ تون بہ مون کي پٿر هڻين ها.

● سرمد هٿي وڃ! ڇڏ تہ مان تنهنجيءَ اڏيءَ تي سِرُ رکان! تولاءِ تہ هڪ اورنگزيب هو، مون لاءِ سوين آهن.

● شاهہ عنايت! هر شهيد مقتول ٿيندو آهي، هر مقتول شهيد نہ ٿيندو آهي.

● زندگي تير جيان هڪ هنڌ بيٺي بہ آهي، اڏامي بہ رهي آهي!

● هان هي خدا جو ثبوت! هي پوپٽ، جنهن کي مون سانگر جي گل تان پڪڙيو آهي!

● سمنڊ تي سج لهندي چيو: "مان غروب ٿي رهيو آهيان، مون سان گڏ هلندين." مون جواب ڏنو:

"مون ۾ هڪ پيو بہ سج آهي جو اڃا نصف النهار تي آهي. مان انهيءَ سان گڏ آهيان."

● مرن جمنا جي ڇولين کان پڇيو: "رام تيرٿ اوهان ۾ ڇا ڏٺو هو جو اوهان ۾ ٽپو ڏئي هٿائين؟" ڇولين مون ڏانهن ڪنڌ ورائي نہ ڏٺو ۽ وينديون رهيون!

● درياهہ! جي چنڊ تو کان رُسي ويندو تہ تنهنجي وهڪري ۾ ڇا ڪوئي ڦيرو اچي ويندو؟

● ڇا نوح جي ٻيڙي ۾ ڪوئي شاعر بہ هو؟ جي نہ هجي ها تہ پڪي ايترو وقت انسان گڏ گذر ڪيئن ڪري سگهن ها؟

● 'من عرف نفسہ فقہ عُرف ربہ' يعني جو خُودشناس آهي سو حقيقت شناس آهي.

● تون تہ هن سراءِ تي ٿي قبضو ڪري ويٺو آهين! ڇا توکان وسري ويو آهي تہ توکي فقط رين- بسيري جي اجازت آهي؟

● مرڻ کي پيريل واڻهڙيءَ تي ڏسي توکي آواگون جي اير ڪا نہ ٿي آهي؟

● پاڻي تي لهندي سج چيو، "مان توکي ابدي زندگي عطا ڪيان؟" ندي مرڪندي وهندي رهي.

● پڻائيءَ تهجد جو سجدو ڪيو. هن کي اهو سج نظر نہ آيو، جو هُن جي نرڙ ۾ ٻري رهيو هو!

● تون دهريو آهين، توکي ان تي غصو ٿو اچي تہ مان وحدانيت ۾ اعتبار ڇو ٿو ڪيان! مان تہ رڳو اهو سوچي رهيو آهيان تہ ڪاٿ ڪٽي ڪي، جنهن جا رنگ شفق کان سهڻا آهن، خدا کانسواءِ ٻيو ڪير بڻائي ٿو سگهي؟

● ڇا تون پاڻ ڏٺو هو تہ توکي فلاڻيءَ ماءُ ڄڻيو هو؟ جي نہ، تہ پوءِ تون ڪيئن ٿو چوين تہ تون فلاڻيءَ ماءُ جو پٽ آهين؟ هيءَ ڪائنات بہ خدا ائين خلقي آهي پر ان جي اکين ڏٺي ثابتي ممڪن ناهي.

● تون ڄاڻڻ ٿو چاهين تہ زندگي ڇا آهي ۽ مان ڄاڻڻ ٿو چاهيان تہ موت ڇا آهي؟ ڇا اسان ٻئي ساڳي تلاش نہ ڪري رهيا آهيون؟

● خدا جي دڳ تي ڪيڏا نہ ڪنڊا آهن ۽ مون کي جُتي بہ نہ آهي!

● اي ڪاش! مان تنهنجي جُتي هجان ها! تون ڪهڙيءَ گهٽيءَ مان گهمي آيو آهين جو تنهنجا پير ائين ڪجي رهيا آهن، ڇڻ وِڪ وِڪ تي گلاب جا گل ڦٽي رهيا آهن!

● تون جنهن سفر ۾ آهين، جي منهنجيءَ ڪل مان جُتي ٺاهي سگهين تہ مان تنهنجو احسان مند رهندس.

● سرمد مسجد جي مينارن کي چيو: "جاڳو اوهان گهٽي ننڊ ڪئي آهي ۽ چنڊ اوهان جو انتظار ڪري رهيو آهي."

● ڇا منهنجو رمضان سڄي عمر رهيو آهي؟ ڇا هيءَ ڀرين عيد آهي ۽ تون هلال وانگر نظر اچي رهيو آهين؟

● اچ! سومهياڻيءَ جي بانگ اچي رهي آهي ۽ تو اچا منصور وانگر پنهنجي رت سان وضو نہ ڪيو آهي.

● مون ڪارڊيو وئسڪيولر انسٽي ٽيوٽ ۾ هڪ دوست ڊاڪٽر سان سرگوشي ڪندي پڇيو، ”ڊاڪٽر ٻڌاءِ ته هتان جا گهڻا ڊاڪٽر دل جي بيماري ۾ مُئا آهن.“

چيائين ته، ”اهو رڳو توکي ئي ٻڌايان، پنج ڊاڪٽر مري چڪا آهن. انهن مان هڪڙي ته اينجوگرافي ڪرائي سرٽيفڪيٽ ورتو هو ته هن کي ڪجهه به نه آهي، هتان اچا فريڊر هال تائين مس پهتو ته هن کي دل جو دورو پيو ۽ مري ويو.“

● تون لوح و قلم کي نه ٿو مڃين؟ تنهنجو علاج ... ۾ ڪامياب ٿيندو. جڏهن ان جي ڪاميابي لوح- محفوظ ۾ هوندي. جي تون مون کي وهمي ٿو سمجهين ته تنهنجي اها سمجهه به اڳ ئي لوح- محفوظ ۾ آهي.

● جا بنياد ... شاهه ۽ باهو، سچل سرمست ۽ شاهه لطيف کي مٿائي ... به هي شاهه ۽ پيا بنياد پرستن جا بنياد ڪيئي وجهندا؟

● ڪيڏي نه خوش نصيب آهي صليب، جنهن تي تون مسيح کي چاڙهي رهيو آهين؟

● چون ٿا ته توکي خدا جي تلاش آهي. ائين ته نه آهي ته اها تلاش خدا جو ٻيو نالو آهي؟

● مون ڪاهوءَ جي دڙي تي هڪ پراڻي سڪي کي ڏسي سوچيو ته اهو ڪنهن ڪنهن جي هٿ ۾ رهيو هو؟

● غالب! ڇا واقعي موت قيد- حيات ۽ بند- غم مان نجات آهي يا اُن قيد ۽ بند جي ئي شروعات آهي؟

● اي موت! تو ڪيئي ڀيرا مون کي پرين سلام ڪيو آهي. مون سان هٿ ڪڏهن ملائيندين؟

● اي موت! ڇا تون ٻج جو موت آڻي ٿو سگهين؟ ٻج جو موت ته وڻ جي پيدائش ٿيندو آهي؟

● ڪنهن جي موت تي خوش نه ٿيءُ! تنهنجو وارو به اچڻو آهي.

● سازشي! ڇا توکي خبر نه آهي ته موت سڀ کان وڏو سازشي آهي.

● ڇا توکي خبر نه آهي ته ڪريملن ۾ اسٽالن جو لاش هن جي قبر مان ڪڍي ٻي هنڌ ڦٽي ڪري آيا ها ۽ هاڻي شايد لينن جو وارو آهي.

● جي تون موت جي حقيقت نہ سمجھي سگھيو آھين تہ زندگيءَ جي حقيقت ڪيئن سمجھي سگھندين؟

● قبر لڇي رھي ھئي تہ، ”ھھڙي غليظ انسان کي مون ۾ ڇا لاءِ پوريو ويو آھي؟ مون کھڙو ڏوھہ ڪيو آھي؟“

● توکي اعتراض آھي تہ مان موت کي ڇو ٿو ياد ڪيان، ڇا تنھنجي ائين نہ ڪرڻ سان موت تو تان ٽري ويندو!

● ڪوئي جھرڪيءَ جو آکيرو ڊاھيندو آھي تہ عرش معليٰ لڏي ويندو آھي. تون تہ ماڻھوءَ جو گھر ڊاھي رھيو آھين!

● ماڻھو ڇمي تہ فرشتي وانگر ٿو، پر ڪڏھن ڪڏھن ھو وڏو ٿي بگھڙ ڇو ٿو ٿئي؟ اجا ڇئين ٿو تہ اڳيون جنم نہ آھي!

● ڇا ماضي، حال ۽ مستقبل ھڪ ھنڌ آھن ۽ ھي وقت جي رواني فقط نظر جو فريب آھي؟

● جيئن خلا ۾ وقت بيھجي ويندو آھي، تيئن مون وٽ وقت بيھجي ويو آھي. مان ڌرتيءَ جي مدار کان ٻاھر نڪري چُڪو آھيان.

● دانائيءَ جي انتھا ناداني‌ءَ جو احساس آھي.

● شبليءَ منصور حلاج کي گل ڏنا، مون ھُن کي مُرڪي ڏٺو. ھُن اھي گل پٿر سمجھي لنوائي ڇڏيا ۽ ھن جي اکين منھنجيءَ مرڪ مان گل حنا. ...ي اجا تائين ھن سان آھن ۽ مرجھايل نہ آھن.

● بيدل دھلوي! ھي تو ڇا چيو ھو تہ:

’تون آئيني جي دروازي کان ٻاھر آھين!‘

● اڳتي نہ نيت ڪني گذباسين ٻر ھاٿي ھل!

● ميان! تون تہ مرحوم ٿي چڪو آھين! تنھنجي ايصال و ثواب لاءِ ڪجھہ ڪر!

● توکي موت ٻي ورسد کھوري رھيو آھي ۽ تون ڪبوتر وانگر اکيون ٻوٽي ويٺو آھين!

● وچ، وچ! ھاٿي ڇو آيو آھين؟ ھاٿي تہ مينھن وسي تنھنجا پيرا بہ مٽائي ڇڏيا آھن!

● مون جڏھن بہ ڪُتي کي مانيءَ ٽڪر ڦٽي ڪيو آھي تڏھن ھن جي

اکين ۾ بہ احساس جي لھر ڏٺي آھي. اي اشرف المخلوقات جا پٽ! تون ڪٿي ڪان بہ پري آھين!

● بارَ آباس! ڪيڏي نہ ٺڳي ڪئي آھي تو ڪرسٽ سان! چند صليب تان ھن جا لتڪندڙ پير چمي رھيو آھي ۽ ميري ماجدلين کي ٽڪجي نند اچي وئي آھي. تون ڪيستائين پچندين بار آباس، موت تولاءِ صليب ۾ ڪوڪا ٺوڪي رھيو آھي، ڪوڪا ٺوڪي چڪو آھي!

● تون تہ اجا ٻار وانگر واريءَ تي ٻانبڙا پائي رھيو آھين! اڃا ڪيڏو نہ کھرو سمنڊ گجي رھيو آھي؟

● جي عقل ۾ اعتبار ڪندا ھا. سي ٽالان والان ٿي ويا! ڇا توکي ٽين اک آھي؟ ٻن اکين وارا تہ پنھنجي ھار مڃي چڪا آھن؟

● ھي تنھنجيءَ پيشانيءَ تي ڇا آھي؟ ڇا ھي ڪائي ڪشتي آھي، جنھن تي ڪوئي آفتاب اُڀري رھيو آھي؟

● ڇا پنھنجي ھمسفر جو موت نہ ڏٺئہ؟ پنڌ گھٽو نہ آھي. توکي بہ ٻيءَ اسٽيشن تي لھڻو آھي.

● خدا جو ثبوت گھُرجيئي؟ آءٌ ھن جي صورت ڏس! ڇا خدا کان سواءِ ڪوئي ھن کي ٺاھي سگھي ھا!

● جنھن کي ڪافر واري جذبات آھي، اھو ان کان بَرو آھي، جنھن کي ڪافر وارا خيالات آھن.

● تو بھشت جي دروازي ۾ ايترا سَل ڪيا آھن جو اھو دروازو دروازو نہ رھيو آھي.

● اچ! پوئين سج سان گڏ تلاءُ ۾ ٽپي ڏي! شايد تون رات جي اسرار کي پائي سگھين!

● توکي نمرود جي خدائي تہ آھي پر مون کي يقين آھي تہ بندگيءَ ۾ منھنجو پلو ٽيندو.

● ھي ٻار جو تنھنجيءَ جھوليءَ ۾ ڪڏڪيون ڪائي رھيو آھي، ان کان وڌيڪ خدا جي ثابتي توکي ڪھڙي گھرجي؟

● ھو پوڙھو ائين مري ويو جيئن پٽ تان ڪِرڙي ڪري پوندي آھي تہ ساڻي ٿي مري ويندي آھي.

● خدا تہ ٺر ڪان گهڻو وشال آهي، پوءِ بہ واريءَ جي هر ڪڻي ۾ آهي!

● واريءَ جي ڪڻي ۾ پيهي تہ ڏس مٿان توتي ساري سنسار جو راز پڌرو ٿي پوي!

● علم؟ ڪهڙو علم؟ ڇا توکي معلوم آهي تہ چيلڙيءَ ماٺهوءَ ۾ ساڳيو ساهہ آهي؟ ڇا تون چاٺين تو تہ نِم جا پن ستارن سان ڇا ڳالهائيندا آهن؟

● ازل کان ابد تائين سڀ ڪجهہ روان دوان آهي؟ يا سڀ ڪجهہ بيٺو آهي؟ هي وڻ، هي پکي جي انهن ۾ ٻولي رهيا آهن ۽ اُن ۾ ميوو ٽڪي رهيا آهن، هي جر جو وهي رهيو آهي، هي عورت جا نيسر هيٺان وهنجي رهي آهي. سڀ صدين کان اتيئي آهن. اتي ئي رهندا ۽ رڳو منهنجي نظر دوکو کائي، اهي سڀ وڃائي وهندي؟

● ڇا زمان ۽ مڪان حقيقت آهي؟ تہ پوءِ باقي ڪوڙ ڇا آهي؟

● جيڪو آهي بہ ڪونہ. اُن کي نہ ميراڻ لاءِ تون ايڏي محنت ڇو ٿو ڪرين؟

● ميان! تون تہ مري چڪو آهين. رڳو توکي خبر نہ آهي ۽ نہ ڪڏهن پوندي!

● اي خدا دشمن رهزن! تنهنجيءَ زندگيءَ جي مشاهدي تہ مون ۾ خُدا دوستي پيدا ڪئي! مان تنهنجو ٿورائتو آهيان!

● موت! تون تہ حرير ۽ ديبا وانگر آهين. تون مون درويش ڏانهن ايندين؟

● موت! مان توکي هٿ لائي ڏسان؟

● مون ڏرتيءَ تان پکين جا ڪيترا نہ پَر ڪنا ڪيا آهن ۽ هاڻي اِهي پولڙيون ڳولي رهيو آهيان. جن سان انهن پَرن ساٿ ڏنو هو.

● اي خدا! هي ڪئلي جا ڀر ڏانهن ڊوڙي رهي آهي، ان کي ڪيئن خبر پئي تہ بادل وسڻ وارا آهن؟

● اي خدا! ڇا تون مونکي پنهنجي زندگي موٽائي ڏيندين؟ مون دل ۾ ڀيو ڪجهہ سٿيو آهي.

● اي بيچئن مَن! توکي ڇا ٿيو آهي؟ تون ساري ساري رات ٿو جاڳين ۽ توکي وهم ٿي پيو آهي تہ جي توکي اک لڳي وئي تہ اُها نہ پٽبي!

● اي صحراءِ سنڌ جي خاموشي! تنهنجو هر لمحو عصر جي اذان وانگر آهي!

● نانڪ! ڇا ڪنهنجي ڪتاهہ پرساد ۾ هو چنڊ ۽ ستارا بہ شريڪ آهن!

● شڪي شرمندو ٿي موٽي آيو آهين، فقط اَرڙ جو رَوڪاٽ ٻَڌي! مون تہ توکي جهليو ٿي تہ اڳتي نہ وڃ، تقدير توکي ڇڪي رهي آهي!

● "تمر!" ٻنائيءَ چيو: "تون ڪهڙي پٽ لنوائي ڪهڙي لنوائيندين، موت تہ هر هنڌ لڪي وينو آهي؟"

● ڊاکوءَ کان ڊڄين ٿو؟ وڌي ۾ وڌو ڊاکو تہ تنهنجي اندر آهي جو توکان هر وقت هڪ گهڙي کسي رهيو آهي.

● لوهر جي ڪارائي، واهولو، رواٽ، پٽاس، هٿوڙو، ٻرمون وغيره سڀ پٽ تي پيا آهن. ڏنوٽي ڦوڪجي رهي آهي ۽ ٽانڊا ٻري رهيا آهن. اوچتو هو ٽانڊن پرسان ڪري پوي ٿو. هن جي دل ٻيهجي وڃي ٿي. ڏنوٽيءَ مان هوا آهستي آهستي نڪري رهي آهي، جڻ زندگي موت تي ٿڌا ساهہ ڀري رهي آهي.

● هي پُتليون نانڪ- گهر جي رنگ ٻوميءَ ۾ رهيون پيون آهن. ڏوري مداريءَ جي هٿ ۾ آهي. اوچتو هڪ پتلي جي هٿ ۾ جا ڪاٺ جي ڪٽاري آهي اها ڪٽاري ٻيءَ جي ڪنڌ تي زور لڳي ٿي ۽ ان جو ڪنڌ ٽٽي پوي ٿو.

مداري جيستائين اهو ڪنڌ ٽٽل پتليءَ جي ڪُلهن تي ڳنڍي تيستائين تماشو بند ڪري ڇڏي ٿو. اٿين اڳي بہ ٿيو هو. ڪنهن وقت بہ ٿي سگهي ٿو. تماشو هلندو رهندو. پتليون، نانڪ، گهر، رنگ ٻومي ڪِڻ ٻنگ بہ آهن تہ جٽائو بہ آهن.

تماشو مهمليءَ کان ٻوءِ وري شروع ٿي وڃي ٿو پر ڪيستائين؟ نيٺ تہ مداري ٿڪجي پوندو. ڪڪ ٿي ٻوندو!

● موت سان مذاق ڪري رهيو آهين! موت جو صبر پرکين ٿو؟

● توکي اها خبر آهي تہ مُئا جيئرن کان وڌيڪ جيئرا آهن.

● اي مرڻ وارا! ڇاٿين تو ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين ۽ اُتي ڪيرُ ڪيرُ تنهنجو ڪيتري وقت کان انتظار ڪري رهيو آهي؟

● خدا جو شڪر ڪر تہ توکي مال منال ۾ نہ، مٽيءَ ۾ پوريو ويو آهي.

● ڪجھہ لوڀ لالچ ڪي گهٽاءِ! جيترو گهٽ هوندو اوترو اُهو ڇڏڻ توکي آسان لڳندو ۽ ان تي توکي افسوس گهٽ ٿيندو.

● تو ڇا سمجهيو آهي؟ موت توکي ملاقات لاءِ وزٽنگ ڪارڊ موڪليندو!

● ڊانديئڙي جي آڪيري ۾ ڪهڙي ازلي حقيقت لڏي رهي آهي؟

● توکي اها خبر آهي تہ زندگي موت جي ننڍي ڀيڻ آهي؟

● مان شعلهءِ مستعجل آهيان، منهنجي روشني ۾ جيڪي ڏسڻو اٿي ڏسي وٺ!

● مان شمس تبريزي تہ نہ آهيان جو سج کي چوان تہ هيٺ لهي آءُ! پر جي لهي ايندو تہ گهاٽي ۾ نہ ويندو.

● شمس تبريزي! حديثِ خواب اڪٿ آهي ۽ اُها هر ڪوئي نہ ٻڌائي سگهندو.

● گلِ لالا جو ڪنڌ ٿو ڪپين! پنهنجي گردن جو خير گهُر!

● اڄ تہ هن جي قبر تي گل وجهون! هو شاعر هو ۽ هن دنيا کي ايترا گل ڏنا ها، جيترا دنيا جي ڪنهن لاله زار ۾ نہ آهن!

● نورجهان، جهانگير جي قبر تي انارڪليءَ جي خون مان اڃا چراغ جلي رهيو آهي. ها. تنهنجي قبر اونداهي آهي.

● اماں. تو مونکي جنم ڏنو هو! تون مها مايا کان ڇا ۾ گهٽ هُئينءَ!

● اي پڊ! ڇا يشودرا سان چند هيٺان ڪجھہ راتيون گذارڻ کان وڌيڪ ٻي ڪا مڪتي آهي؟

● مون موت کي ڏسي ٺهڪ ڏئي چيو: "اڙي مون تہ تنهنجو ڪوڙ ڪڍيو آهي. دراصل تون مجسم ڪوڙ آهين!"

● موت کي ترساءِ ايڏي تڪڙ ڇو اٿس!
ڏسين نہ ٿو نہ مان ڪيڏو رذل ويٺو آهيان!

- اي بِک- مگان! اي مَوت، هاٿي موتي وچ!

ٻي پيري مان توکي ساري زندگي بيک ۾ ڏيندس.

- جيت جتئي کي نہ مار! متان پَل ۾ پاڻ کي ماري وجهين! آپگهات چگو نہ ٿيندو آهي!
- شمع ٿيءُ! آهستي ٻَرُ! باکَ جو اُجهامي وڃ! پروانو تہ جلي، گهڙيءَ ۾ جان ڇڏائي ٿو وڃي.
- روحل! ڪَنڊڙيءَ جون سڀ ڪَنڊون جاچي ڏِسُ! متان ڪِٿي توکي آنءُ بہ ملي وڃان!
- ڇا ماٿيلي جي ماڙيءَ تي، مومل اڃا ڦري رهي آهي ۽ رڳو تون نہ ٿو ڏسي سگهين!
- راڻا! ڇا اهي ڪَرها جي چندن چرندا ها، رڳو ڪاڪ جو سپنو ها!
- ڇا هن اڪ- مَڪڙِ جا گوناگون رنگ ڏسي، توکي ڪوئي رنگ ياد نہ ٿو اچي!
- فنا بقا جي شروعات آهي.
- هي ٻئنڪ ٻئلنسون، هي زندگيءَ جا عيش آرام هُن جي اندر کي مُردو ڪري ڇڏن ٿا، جو ٻاهران تہ چُست چالاڪ هجڻ جي ڏِک ڏئي ٿو، پر اندر ۾ اَڃَر آهي، ناس ٿي ويو آهي مٺ جهڙو آهي!
- ڪنهن جو ڪيتو ڪير ٿو ڏئي! اي خدا! مان تنهنجي مصلحت تي ڇا ٿو چئي سگهان!
- يا خدا! ڪُپڙي تہ خالي ٿي وئي آهي. ڪجهہ ڪڻا ٻيا بہ ڏي!
- ڇا حافظ کي خبر هئي تہ بهشت ملندو ئي ان کي آهي، جو غرقِ گناهہ هوندو آهي؟
- جي بهشت دلاسو ۽ دوزخ دڙڪو آهي تہ پوءِ چگائي عبث آهي.
- سيزر کي پنهنجو حصو ڏي، هُن لاءِ اڍائي گز زمين ڇڏي ڏي. تولاءِ ساري ڌرتي پئي آهي.
- موت اِن تي منحصر نہ آهي تہ تون زندگي ڇا کي ٿو سمجهين! تون سوچيندو ئي رهندين تہ هوَ اچي توکي ٻُچيءَ کان جهليندو!
- ڇا منهنجي ڪمري کان هي ڪائنات وڏي آهي؟ بِلڪل آهي!

- ابا! مان اڃان ٿو. اورين آسمان تي انتظار ڪجانءِ!
- 'سورين ڪورڪي گارڊ'! تون جڏهن طفل مڪتب هُئين تڏهن مان تنهنجو استاد هوس، مون کي اڄا تائين تنهنجو نالو ياد آهي ۽ اهو به ياد آهي تہ تون منهنجي ذهين ترين شاگردن مان هُئين!
- نٽشي مري ويو. خدا اتيئي آهي.
- جهدالبقا سان توکي آشنا ڪنهن ڪيو؟
- زندگي! هاڻي ڏوليءَ مان منهن ڪڍ! تنهنجو گهر اچي ويو آهي.

هي سڀ ڪُهار تنهنجو نہ، پنهنجن ڪُلهن جي سور جو سوچي رهيا آهن!

- مٿان منهنجي موت تي روئين! ڳوڙها زندگيءَ جي امانت آهن.
- اي موت! خدا توکان ڪيتري پنڌ تي آهي؟
- چولو بدلائڻ، سنڌيءَ ۾ محاورو ڪيئن نہ ٿيو؟ ڇا جسم چولي وانگر آهي. ڇا بدلي ۾ چولو ملندو؟ ڇا ان تي ايترو برٽ هوندو جيترو مون هن چولي تي پريو آهي، جيڪو لاهي رهيو آهيان؟
- ڊپ؟ ڇاڻٽ جي ڀي پاسي جو؟ ڇو ۽ ڇا لاءِ؟؟
- موت جو ذڪر ڪري زندگي کي رسائي ڇڏيو اٿي. هل تہ ان سان ناهہ ڪيون!
- اڇتو آهين تہ آءُ! مان تنهنجي آجيان لاءِ تيار بيٺو آهيان.
- موت! تون منهنجي ڇاڻٽ وٽ هيڪين ڇو ٿو؟
- هي ڊِڃَا گدڙ موت کان ڊڃن ٿا. موت مون کان ڊڃي ٿو. پر هو پنهنجي ڪُوڙي مڙسي ڊيڪارڻ لاءِ مون کي ڊِڃتو ڪوٺين ٿا.
- مون ڪيتري وقت کان ٻي جهان لاءِ ويزا وٺي ڇڏي آهي پر اڃا سفر جو خيال نہ آهي.
- ايڏي انا؟ اناالحق کان بہ زياده!
- جيڪو راهہ نہ ڄاڻي، ان جي ساراهہ تي ڌيان نہ ڏي!
- جي تون بہ دهريو آهين تہ دهريت ضرور غلط هوندي ۽ مون کي خدا ۾ اعتبار ضرور ڪرڻو پوندو.
- تون ان ۾ ڇو بيٺو آهين تہ خدا آهي يا نہ آهي! جا ان ۾ تنهنجو

ويساهه كافي نہ آهي؟

● ”موت کان پوءِ ڪوئي موتي آيو آهي ڇا جو ٻڌائي سگهي تہ اڳتي ڇا آهي.“

”اهو تون ڪيئن ٿو چوين؟ مان تہ چوان ٿو تہ موت کان پوءِ سڀئي موٽي آيا آهن. رڳو هو اکيون سڀ ڪجهہ وساري ويٺا آهن.“

● تو موت کان پنهنجو شناختي ڪارڊ لڪرايو آهي؟

● ڪينئري زيتون وانگر نہ ڪرڻ! طوفان ۾ ڪچوئي ڇٽي وڃ!

● رِٿ بہ تون رٿوان بہ تون، منهنجا تير بہ تون، تہ 'مان' ڇا آهيان؟

● ڇا زندگي موت جي آغوش ۾ هڪ ڇٽيل گل وانگر آهي؟ پر گل تہ بار بار ڦٽندا آهن، رڳو ڀي موسم جو انتظار ڪر!

● ڇا تون موت آهين؟ پر تون تہ خوبصورت آهين، مون توکي ڪيڏو نہ خوفناڪ سمجهيو هو!

● پتائي جي مرڻ کان اڳ ۾ بند ڪمري ۾ ساز پاڻ ئي پئي هليا. فرق اهو آهي تہ مان سمهڻ کان اڳ ڪئسيٽ پليئر تي ڪوئي ڪلاسيڪي گيت هلائي ڇڏيندو آهيان ۽ ٻڌندي ننڊي موت ۾ ٻڏي ويندو آهيان- صبح تائين.

● مقدر مُنهن تي ڌڪ هڻندو آهي، ڌوڪو نہ ڏيندو آهي.

● انسان خدا جو عڪس بہ آهن، شيطان جو بہ. ڇا تو اهڙو گل ڪڏهن ڏٺو آهي جو شيطان جو عڪس هجي؟

● اي خدا! تُنهنجي صراحي منهنجي اکيان سارو ڏينهن پريل رکي رهي پر مون ان مان ڍُڪ بہ نہ پيتو! هاٺي جڏهن سج لهي رهيو آهي، مون کي ڪيڏي نہ اُڃ لڳي آهي؟

● زندگي تہ اونهي ساگر وانگر آهي! مون تہ اجا تانگهي ۾ تاقوڙا هنيا آهن.

● مون موت کي ڏکي تہ ڪڏيو آهي، پر موت بہ نِرڄو بِڪاري آهي، ساهہ وٺڻ کانسواءِ ڪجھ ڪتي ويندو

[illegible] سڀ کان وڏو ڪوڙ موت آهي، دراصل زندگي اکٽ آهي، ڏهرائي

[illegible]

جو سلسلو نہ ٽٽو آهي.

- وَچ، وچ! هاڻي تنهنجو وارو آهي ۽ موت جهڙو بي صبرو ڪوئي نہ آهي. هن جا پيرا اڳيئي رڪاب ۾ آهن، ڇڙو توکي ٻيلهہ چڙهيو آهي.
- چون ٿا تہ موت واريءَ ۾ توڏي وانگر تيز ويندو آهي.
- ماڻهوءَ جي ڄمر کان اول هُن جي موت جو ڏينهن طئي ٿيل آهي.
- توڙي زندگي ڪوڙي ٿوهہ وانگر هجي ۽ موت مِٺيءَ ڇانهينءَ جي ڦار وانگر هجي، زندگيءَ کي موت تي ترجيح ڏي!
- جڏهن بہ اچين آءُ، موت! مان تنهنجي آجيان لاءِ ٻاهر اچي رهيو آهيان.
- موت! تون مهمان آهين. مٿان نِرمہ موٽي وڃين!
- موت اهو مهمان آهي، جنهن جو وڏو لقمو تہ هِن جو ميزبان هوندو آهي!
- ٻلي رنگ رلَيون ڪَر! ٻلي شاهہ حسين کي نہ ٻُڌ! اهو ڄاڻين ٿو تہ ڪفن جي دسترخوان تي ويٺو آهين؟
- تون موت کي وساري ڇڏيندين تہ ڇا تون ڀائين ٿو تہ موت بہ توکي وساري ڇڏيندو! موت ايڏو بي مروت ڪٿي آهي!
- موت جي ياد پيغمبريءَ جي صفت آهي.
- تون ڪير جو اسرارِ الاهي ڄاڻڻ چاهين ٿو؟ تون تہ هن ڪٺليءَ کي بہ پوري طرح سمجهي نہ سگهيو آهين؟
- اڄ تہ ننڍ موت وانگر اچي رهي آهي.
- ٻي جي موت تي نہ کِل! موت تنهنجي پنيان بہ بيٺو آهي ۽ کِلي رهيو آهي.
- زندگيءَ سان محبت، موت جي شعور جي مانع نہ آهي.
- موت اهڙو سيسار آهي، جنهنکي هر ڪنهن جي سسي وات ۾ آهي.
- ازل جي ٻوٽا ميل ۾ هاڻي تنهنجو موت مٿان آهي.
- موت! توکي ايڏي تڪڙ ڇو آهي؟ مان جڏهن ٿڪجي پيس تہ توکي سڏي وٺندس!
- متان [illegible]

جنھن کي تون خدا ٿو چئين!

● ھي سڀ ڳڌڙ آٿي جي بگھڙ جي ڏِک ڏين ٿا. اهي سڀ موت جي اوناڙ ٻڌي ڪَن ڪڙا ڪن ٿا ۽ پڇ ٽنگن ۾ ڇپائن ٿا.

● ھي ڪائنات پاڻ مان پاڻ اُپري آھي، سمجھه ۾ تہ نٿو اچي!

● خدا کي ڪڏي وچ تہ ڪائنات ۾ معنيٰ ئي کھڙي ٿي رھي؟

● "چنڊ جي صورت چڱي آھي يا سيرت چڱي؟" مون درياھہ جي ڇولين کان پڇيو.

"صورت جي باري ۾ تہ ھہ رايا ٿي نہ ٿا سگھن."

ڇولين ورائيو: "باقي رھي سيرت، سو پھرين ڏسون تہ اسان سان ڪيستائين ساٿ ٿو نڀائي."

● مون توکي چنڊ سمجھيو ھو پر مون کي اھا خبر نہ ھئي تہ چنڊ رڳو درياھہ جو ساٿي ئي نہ آھي، اُن جو پاڇو گٽر ۾ بہ پوي ٿو!

● اڳي منھنجا ڇپ پيار جون ڳالھيون ڪندا ھا، ھاڻي رڳو اکيون ڪنديون آھن.

● ڪرشن کي بنسري جو سھارو ڇو وٺڻو پيو؟ شايد ھَن کي سُريليون اکيون نہ ھيون!

● پراوا، بنھنجا فقط عشق ۾ ٿي سگھندا آھن.

● رني ڪوٽ ڏانھن ويندي صديون پراڻا ڇوڏا نظر ايندا آھن جي سخت پٿر ٿي چڪا آھن. تو منھنجي دل بہ ايئن ڪري ڇڏي آھي!

● منھنجي توسان دل ايئن ٿي وئي آھي جيئن بڙ جون ہہ وليون ھڪ ٻئي مٿان وري، ڳنڍجي ونديون آھن ۽ انھن مان ڳونچ ڦٽي نڪرندا آھن.

● تون وارَ ڪارا ڇو ٿي ڪرين؟ تنھنجا اڇا وار مون کي ياد ڏياريندا آھن تہ اسان زندگي گڏ گذاري آھي.

اھي ڪارا وار توکي اويرو ٻڌائي ٿا ڇڏن.

● ڳوڙھا روڪ! ڳوڙھا انھن کي روڪي نہ سگھندا ڇو تہ انھن کي ھر حالت ۾ وھڻو آھي. ڳھوڙا ڇرڪي رھيا آھن. شايد اھو رستو ڏسي رھيا آھن جيڏانھن ٿي انھن کي وڃڻو آھي. ھوائون دم روڪي سوچي رھيون آھن تہ ھوائن ڪيڏي مھل ٿو اچي، جو تہ انھن کي وڃڻو آھي. جن کھڙا پري ڪوھہ

خالي ڪري ڇڏيا، انهن کي ويٺو آهي.

ڪلال! خالي وٽيون اونڌيون ڪري رک! هو پوئينءَ ڦڙيءَ تائين پي ويا آهن ۽ مٽ سُڪي ٺوٺ ٿي چڪا آهن. انهن کي ويٺو آهي! ڏس، سجُ ليارن ۾ ڇپي ويو آهي ۽ ان جا ڪرڻا اهي رسيون وٽي رهيا آهن جي آسمان مان لڙڪن ٿيون. انهن کي ويٺو آهي!

پکين کي انهن جي ارادي تي حيرت نہ ٿي اچي، ڇو تہ اهي ڏور ڏور تائين اڏامندا آهن. انهن کي ويٺو آهي. ها، رڳو هي درخت، جن جون جڙون ڌرتيءَ کي چنبڙيل پيون آهن، هوا ۾ پنهنجون ٽاريون ٻانهن وانگر هلائي هنن کي الوداع ڪري رهيا آهن. انهن کي ويٺو آهي. ها هي مٽي ڇاتي ڪٿي رهي آهي تہ هي منهنجا ڇٽيا هاٿي مون مان ڪڪ ٿي پيا آهن. انهن کي ويٺو آهي. نہ روڪ انهن کي، اهي اروڪ مسافر آهن. انهن جي منزل دور هوندي ۽ نهايت ويجهي آهي انهن کي ويٺو آهي. انهن جو پيڇو نہ ڪر! اڃا تنهنجو وارو نہ آيو آهي پر انهن کي ويٺو آهي.

تون بہ جُتي پيرن مان نہ لاهجانءِ! تولاءِ بہ رستو ساڳيو آهي، ها پر هن وقت انهن کي ويٺو آهي. هي اُنهيءَ رستي جا راهي آهن، جو ڪٿي نہ ڪٽيو آهي ۽ جو هر ڪنهن کي پنهنجي واري تي سڏي ٿو. پر هاڻي رڳو انهن کي ويٺو آهي. ان رستي تي ريت ڏاڍي نرم آهي.

ڪاٻہ سج جي تيز تپت نہ آهي، جهڙالا ڏينهن ۽ راتيون جيءَ ڪولي وَسن ٿا. پوءِ بہ ان رستي تي ڪنهن جا پير ترڪن نہ ٿا ۽ ويندڙ ٻنا ڪنهن تيز يا ٿاٻي جي وڃن ٿا. تون روئين ڇو ٿو؟ ڳوڙها روڪ! انهن کي ويٺو آهي.

● توکي اها شڪايت آهي تہ توسان منهنجي سڄي زندگي گذري وئي، مون توسان عشق نہ ڪيو! چري! عشق جي زندگي تہ پوپٽ جيتري ٿيندي آهي. جي مان توسان عشق ڪيان ها تہ توسان سڄي زندگي ڪيئن گذاري سگهان ها! عشق تہ جذبو آهي، جهڪي آهي، جولان آهي جو ٻنا تہ ٽپي ويندو آهي پر جلد ئي ٿڪو ڏئي ڪرندو آهي ۽ ان جي ڪچي نہ تہ تنگ ضرور ٿئندي آهي.

● هوءَ موڪلائڻ وقت مايوس ٿي وئي پر مون هن سان ڪلي

موڪلايو. ممڪن آهي تہ اسان وري نہ ملون پر پو بہ ڪلي موڪلائڻ چڱو آهي، زندگيءَ ڪان موڪلائيءَ وقت تہ ويتر چڱو آهي.

● موت جون ور وَڪڙ گهٽيون گهمندي، تون مون ڪي روبرو ملي وئينءَ پر تو مونکي ڪونہ سڃاتو.

● مون تہ تنهنجي 'مير' وانگر پرستش ڪئي هئي تون سيني جي نظر ۾ خدا ٿينءَ يا نہ!

● پهريون ڀيرو تہ تون مونکي اهو محبوب ملي آهين، جنهنکي بدلائڻ جي ضرورت نہ ٿي پوي!

● تون هزار صورتن ۾ مون وٽ آئينءَ، پر مان هڪ جهلڪ مان توکي سڃاڻي ورتو.

● تنهنجيءَ ڪڇ ۾ هي رابيل جهڙو هار ڪهڙو نہ چڱو لڳي رهيو آهي، تون جا خود شاخ وانگر لڏي رهي آهين.

● اي گلاب جا گل! ڪيتري وقت ڪان تنهنجي سڳنڌ اچي رهي هئي ۽ مون چاتو ٿي تہ ڪنهن وقت تون منهنجي هٿ ۾ هوندين!

● اي سڳنڌ! مون توکي پريان ئي سڃاڻي ورتو تہ منهنجيءَ ناريءَ ۾ ڪڙڻ ٿي چاهين ۽ توکي ان تي رشڪ نہ ايندو تہ ان ناريءَ ۾ ڪيئي گل ڪِڙي چٽي ويا آهن.

● چا محبت چڱي آهي يا ساري زندگيءَ جي رفاقت چڱي آهي؟ ٻڙ ۾ گل نہ ٿيندا آهن پر ٻي وڻ ڪان پائيدار ٿيندو آهي، جو مَند نگ و بوءِ سان جهنجهجي ويندو آهي.

● اي خوبصورت عورت! تنهنجي جواني مُڙي چڪي آهي پر منهنجي شاعريءَ ۾ اڃا خوبصورت آهي.

● منهنجي شاعري اهو آئينو آهي. جنهن ۾ تنهنجي چهري جا گهنج نظر نہ ٿا اچن.

● ڪيڏو پري هوندي ويجهو هوندي هئينءَ؟ اڄ تہ مان ٽي- ايس- ايليٽ وانگر ٿيمس ندي تي ڪوميڙي ۾ ڏسي رهيو آهيان ۽ تون پاڻيءَ تي ڪشتيءَ وانگر گم ٿي وئي آهين!

● معصوم شاهہ جي مناري تي ڏاڪا چڙهندي مان ساهي پٽڻ لاءِ هڪ

هنڌ ويهي رهيس تہ هوءَ مون کان ڪجهہ ڊاڪا هيٺ ويهي رهي. شايد هن سمجهيو تہ مٿي چڙهندس تہ هي پاڪر ۾ ڇڪيندو. ان کان پوءِ ڪائي اڻ- ورتل چُمي مناري جي ڊاڪڻ تي اچا تائين هيٺ مٿي وڃي رهي آهي ۽ هن جا چپ ڳولي رهي آهي.

● چنڊ تہ لهي، انڌيري ۾ گم ٿي ويندو آهي. تون منهنجي شاعريءَ لاءِ سدائين چوڏهينءَ جو چنڊ آهين، جنهن لاءِ اماوس جي رات نہ اچڻي آهي.

● ڇا مون سان چار گهڙيون توکي مهانگيون پيون آهن؟
مون تہ توکي اَمرتا ڏني انهن جي قيمت چُڪائي آهي.

● جيڪي سچ پچ عشق ڪندا آهن، سي اناركليءَ وانگر جيئري پورايا ويندا آهن.

● تو سمجهيو تہ تون ايڏي سُهڻي آهين! ڏِسُ، خدا مون کان هڪ گل کسي مون کي پوري ڦلواڙي ڏني آهي!

● ڇا تو ڪڏهن پوپٽ کي گل پٽيندي ڏٺو آهي؟

● پيار؟ کهڙو پيار، اوشو! انسان جي پيار جي ڳالهہ ٿو ڪرين؟ ڪنهن پَسوءَ جي ڳالهہ ڪرين ها تہ دل سان لڳي ها!

● عشق توکي نيون اکيون، نوان ڪن ۽ نئين زبان ڏيندو، تون ڪنهن سان عشق ڪري تہ ڏس!

● عشق ڪيئي پيرا نہ ڪبو آهي. معشوق ڪيئي هوندا آهن، عشق هڪ هوندو آهي.

● عشق ڪنهنبي مان گڏي ناهيندو آهي، پوءِ ان کي ڇني ڦاڙي ڇڏيندو آهي.

● ڪير سهڻو آهي، تون يا چنڊ؟ مان نٿو چاهيان تہ تون پنهنجي ساراهہ پاڻ ڪر! مان اهو سوال چنڊ کان ٿو پڇان؟

● اڄ! مونکي موت جو بہ ايترو انتظار نہ آهي، جيترو تنهنجو آهي.

● اي پڪل، رسيل انب وانگر عورت! منهنجا چپ تنهنجا ڪيڏا عادي ٿي ويا ها! هاٿي جڏهن تون نہ آهين تہ اهي مطلع جي قافين وانگر هڪ ٻئي سان ملي نہ ٿا ملن ۽ زندگيءَ جو غزل پورو ٿي نہ ٿو ٿئي!

● اي سانوڻ رات! هوءَ جڏهن پيار ۾ پرچي ويندي آهي. توکان

وڏيڪ ڀرپور لڳندي آهي!

● چوريءَ اهي ٻه انب لڪاءِ! طوطن کي ٺڪڻ جي عادت آهي.

● تون جا سيم بر ٻه آهين ۽ برسيم وانگر نرم ۽ نازڪ ٻه آهين. تون آءُ ته توکي هير وانگر چُميون ڏيان!

● مٿان ڄامشوري ۾ سنڌوءَ جي ڪناري تي ويٺين! هوءَ توکي پاڻيءَ جي لهر لهر مان گهوريندي ۽ ميارون ڏيندي!

● اي هرڻي! منهنجو وقت ڪيترو بي مزي ٿو گذري، تون ڪهڙي رڻ ۾ ڇپي وئي آهين؟

● ڇا مان تنهنجي ڳچ ۾ فقط هڪ شيشو آهيان؟

● اي منهنجي محبوبا! تون انجيل واري مر ۽ لوبان ته نه آهين؟ تنهنجا انجير ڪيترا نه رسيل ۽ پرڪشش آهن! تنهنجو آواز سليمان جي گيت مان ته نه اڀريو آهي؟ منهنجي شاعريءَ لاءِ تنهنجو سارو وجود الهام وانگر آهي.

● چنڊ! تون نديءَ جي پاڻيءَ ۾ ڪيڏو نه وڻندو آهين؟ ڪڏهن پاڻ کي منهنجي ڳوڙهن ۾ به ڏس!

● عشق عشق کي ڇڪي ٿو، حسن عشق کي نٿو ڇڪي.

● وار ائين ته نه ڇوڙ! گهٽائون مچرجي نه پون!

● پياري! تون رڳو منهنجي شاعريءَ ۾ آهين، مون ٿي ته توکي بقا ڏني آهي! مون کان ٻاهر توکي فنا جون تيز هوائون اڏائي وينديون!

● ڇَري تو منهن ورائي ٻه نه ڏٺو آهي! مون تنهنجي چوٽيءَ جي سڳين ۾ هيءَ ڪائنات ٻڌي ڇڏي آهي!

● تون ڪڏهن موٽي ايندينءَ! رابيل ترڙيا آهن ۽ انهن جي خوشبو تنهنجو انتظار ڪري رهي آهي؟

● جڏهن مون هن گهر جا سڀ دروازا کولي ڇڏيا ها، تڏهن تون ڪٿي ڪونه هئينءَ ۽ جڏهن کان مون اهي اندران بند ڪري ڇڏيا آهن، تون جتي ڪٿي آهين؟

● جڏهن کان تنهنجي ياد جو دل ۾ غاليچو پٿاريو آهي، پير ڌرتيءَ تي نه ٿا ٽڪن!

● تون چنگ چڙي جي لار آهين! تون مون کي ٻوڙي ماريندينءَ؟

● محبت رڳو انسان سان ٿيندي آهي. خدا سان ته رڳو عقيدت ٿيندي آهي.

● تون انسان آهين يا عاشقي آهين؟
ڇا عاشقيءَ کي به رنگ روپ ٿيندو آهي.
ويس وڳو پيو هوندو آهي؟

● سسئي! ڇا تون منهنجي من کي پنهونءَ جي پهراڻ وانگر ڍوئي سگهندينءَ؟

● تون ڪائنات ۾ هڪ ئي سهڻي ته نه آهين!
مون ۾ تنهنجو پارُ ايترو ڇو ٿو ٻَري؟

● سومل! تون ڏاڍي تي ڇو نه چڙهندينءَ؟
ڇا مومل جي بدن مان توکي ڪجهه راڻو حصي ۾ نه مليو هو؟

● ايڏي ڇَٽ نه ملاءِ! مونکي ڪرشن وانگر نيرو ڪري نه ڇڏين!

● هَٽُ هَٽُ! ويل وڃائيءَ، هوءَ ڪَڪر ڪارونڀار ٿي آئي هئي، تو من کي ڏڪاري ڇڏيو!

● "بيڪس! توکي ماٿهوءَ ۾ خدا ڏيکاريان؟ ڇگو مون سان جيپ ۾ چڙهه!"

● بابل! مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو هو؟
هي ڪُپُر ڇو پنڊي ۾ بند ڪري، منهنجي ڏوليءَ ۾ رکيو اٿئي؟

● آءُ ته ٿالهي وڃائي، ڇاهي کي ڇانڊوڪيءَ ۾ نچايون!
توکي خدا ۾ اعتبار به اچي ويندو ۽ رقص ڏسي مونکي ڪائي نِرتڪي به ياد اچي ويندي، ڇا بمبئيءَ ۾ مون ڏانهن پاڻ وڏي آئي هئي ۽ مونکي چيو هئائين ته، "مان فلاڻي آهيان."

● ڪنوار! گهونگهٽ هٽاءِ ته ڏسان ته تون ڪيتري خوبصورت آهين؟
ماٿهو توکي ئي دنيا چون ٿا!

● تون هوا جو جهوٽو هُئينءَ، آئينءَ ۽ هلي وئينءَ؟ هوا جي جهوٽي کي موتئي جو گل روڪي ته نه سگهندو آهي! ها ان جي سڳنڌ ۾ انهيءَ هوا جي جهوٽي جي سار ضرور هوندي آهي، جنهن جي گهلندي اهو ٽڙي پوندو آهي.

● جي عشق بي ثبات نه هجي ها ته اهو آبِ حيات جي ڍڪ وانگر

تنگ ڪري وجهي ها!

● مان چوان ٿو وڃ، ڀلي وڃ! منهنجي شاعري ۾ تنهنجا لنبا وار وچڙي ويا آهن. اهي ڇڏائي سگهين ته ڀلي وڃ!

● مان ڄاڻان ٿو ته تون منهنجي شاعريءَ جي تخليق آهين، پر منهنجي توکي اجازت آهي ته تون پنهنجي خالق کان انڪار ڪري سگهين ٿي.

● حسن کي خدا سان رقابت ٿيندي آهي. گهڻ ۾ گهڻ شاعري ۾ ته ٿيندي آهي.

● رقاصا! ڇا تون مونکي ايترو اپنائي سگهين ٿي جو مان تو ۾ رقص ڪري سگهان؟

● 'ميئون رُلڙا يار مناوڻ دي' اها سٽ ڪنهن جي آهي؟ ڇا ان کان وڌيڪ پياري سٽ ڪوئي لکي ٿو سگهي؟

● ڊيٽ! مِرون! تون استريءَ کي فقط ٽونري ٿو سمجهين يا ڇَتائي ٿو سمجهين؟ اِستريون ديويون ٿينديون آهن. دالان جي چڪ ۽ در جو پائدان نه ٿينديون آهن.

● هوءَ آئي، هلي وئي، پر منهنجي ڪمري ۾ اڃا موتئي جي مهڪ آهي.

● هي وار، ڄڻ ته ساوڻ جون گهٽائون! ۽ هي منهن ڄڻ روهيڙو ڦُٽو آهي!

● ڇلي بادامي! توکي مون لاءِ خدا ڇلي ڏنو آهي.

● شايد تون چنڊ وانگر آهين، چنڊ به هڪ هند نه بيهندو آهي!

● ايڏو رُني آهين؟ تون ته اڃا منهنجي ٽُنرن ۾ تري رهي آهين!

● وڃ، موٽي وڃ! تون مون سان ساٿُ ڪٿي رکي سگهندينءَ؟ مان ته ان واديءَ ڏانهن وڃي رهيو آهيان جتان ڪوبه نه موٽيو آهي!

● چنڊ ڪوئنيٽ مٿان پياميءَ وانگر وڃي رهيو آهي. نه ڄاڻان پاڻ ۾ ڇا ڳالهائن ٿا؟ ڇا ڇپن کي به ڪن ٿيندا آهن، ڇا ڪارونجهر انهن کي ٻڌي سگهي ٿو؟

● پاڻيءَ ۾ سچ ۽ چنڊ، اهي مجبون آهن، جي هر اوجهاڻ مان ترڪي ويندا آهن.

● هيءَ مهاڻي ڪيڏي نہ خوبصورت آهي، توڙي هن کي مڇيءَ جو هڪ ٻيرو بہ نصيب نہ آهي.

● اي نوريٽڙا! تون ڄاڻين ٿو تہ تون اهي نموريون ڪُتري ڪيترا وڻ ناس ڪري رهيو آهين؟

● مان ٿي تہ هيءَ ساري ڪائنات آهيان. هي سج ۽ چنڊ مون ۾ ٿي اڀرن ۽ لهن ٿا ۽ ڏينهن رات منهنجي ئي وجود جو حصو آهن!

● سج لهي رهيو آهي ۽ نديءَ کي سجدو ڪري رهيو آهي. ندي جا هن کي پاڻ ۾ سمائي ڇڏيندي.

● وڃُر ايندا، وڃُر ويندا. ها، پر انهن کي روهہ جون راتيون ياد رهنديون؟

● چوڏس رات چاهي کي نچندو ڏسنديـن تہ توکي الوهيت جو احساس ٿيندو.

● جهڙَ ۾ آڪ جون نيرڙيون ڦلڙيون تہ پياريون آهن، پر موت بہ کو اُس ۾ ٿوهر جا ڪنڊا نہ آهي!

● هو بوٽيندو وڃائي رهيو آهي ۽ شام جو سج تعجب ۾ هيٺ لهي هن کي ڀڏي رهيو آهي.

● (هڪ تصوير):-

جوئر ڊِڊي ۾ آهي ۽ ٻارڙو ڏاڏي جي ڊِڊِيءَ تي چڙهي ڪاڻي مان سنگ پٽي رهيو آهي! ڪوئي جهرڪ پڙڪو ڏئي اڏامي ٿو. نہ ڄاڻان اُن جي اکين ڇا ڏٺو آهي؟

● هاڻو انسان کي سمجهہ آهي پر اهو ڪيئن ٿو چئين تہ هو انهيءَ ڪري ٻيءَ مخلوقات کان بهتر آهي؟ ڇا ڪٺليءَ ڪڏهن پنهنجي ڪڻ ٻيءَ ڪٺليءَ کان لڪائي آهي؟ ڇا ڪنهن پکيءَ ٻئي پکيءَ کي ڪڏهن چيو آهي تہ تو منهنجو ميوو چو چِريو آهي!

● ڇا ايڏي ستم ڪشي چڱي آهي؟ پوپٽ جي سامهون گل پٽي رهيو آهين!

● رڳو تون ئي ٿو اُن کي سچو چوين نہ تہ نرگس جو گل انڌو آهي! توکي اها ڳالهہ ڪنهن پوپٽ تہ نہ ڪئي آهي؟

● املتاس جي گل تي هجي يا ٿوهر جي شاخ تي، زندگي آهي ته ڦڙو ماڪ جو، جيڪو صرف سج اُڀار تائين آهي!

● هر انسان هن زندگيءَ ۾ ائين آهي جيئن حضرت يونس مڇيءَ جي پيٽ مان ٻاهر اچڻ لاءِ آتو هو.

● درياهه چنڊ کي پيرين پوندو آهي تڏهن به رڳو ان جو عڪس پائي سگهندو آهي، چنڊ کي ته ڪارونيار ڪکر به پائي نه سگهندا آهن ۽ هو پنهنجي راهه تي رمندو آهي.

اها ئي ڳالهه آهي ته ڪنهن ڪنڊيءَ جي شاخ ۾ هن جو پاند اٽڪي پوندو آهي، پر اُن ڪان به پاڻ ڇڏائي ويندو آهي. دنيا جا سارا رابيل جا گل هن کي خريد ڪري نٿا سگهن، نه ڪائي خوشبو اُن لاءِ چار وچائي سگهي ٿي.

چنڊ ڪويل جي ڪوڪ وانگر هوندو آهي. ان کي ڪوئي به پنهنجي دام ۾ نه آڻي سگهيو آهي، نه آڻي سگهندو؟

● پٿر. چپ مان ڇڄي، پهاڙ سان ٽڪرائيندو اچي هيٺ ڪريو. مون تڏو ساهه پري ڇيو: "هن جون ڇتڙيون لٿيون ته پرواهه نه آهي. آزاد ته ٿي ويو!"

● ساندو ماڻهوءَ کي پنڻي کهوري ٿو ڏسي ۽ سوچي ٿو هن مونکي بي سبب پٿر ڇو هنيو؟

● چنڊُ بگهڙ جي اکين ۾ به چمڪندو آهي ۽ سهي جي اکين ۾ به چمڪندو آهي، پر بگهڙ جون اکيون سهي ۾ کُتل هونديون آهن.

● اي ڪارونجهر جي هيٺان تلاوَ! تو ۾ ڪڏهن مور جو عڪس پيو آهي؟

● هيءَ ڪٽلي به پنهنجي ڪٽنب ۾ نازنين هوندي! ڇا نه سَبڪ رفتار وڃي رهي آهي!

● ڇا هڙيا نڊ ۾ گولاڙا ڏسندا آهن يا ٻيو ڪجهه؟

● غصي کي ڇڏ! موتي آءُ! ڏِسُ سج سمنڊ ۾ ٻڏي رهيو آهي؟

● اي خوشبو! مان توکي گل ۾ موٽائي سگهان ٿو!

● اي سڳنڌ! تون هن ول جي امانت آهين، پر مان اُن جي سخا کي

روڪي به ته نٿو سگھان!

● اي من، اٿي جاڳ! ڏس پرهه جا پکي اُٿيا آهن ۽ ان جي حمد و ثنا ڪري رهيا آهن، جنهن کين هڪ نئون صبح ڏيکاريو آهي ۽ جهرٽا به پنهنجي پڻ پڻ ۾ چئي رهيا آهن ته کين هڪ ٻيو ڏينهن مليو آهي جڏهن هو پانديئڙن جي پياس ٻجهائي سگھندا ۽ درخت انهن جي گونجار تي جهومي رهيا آهن ۽ سوچي رهيا آهن ته ڪنهن ڪنهن تي ڇانوَ ڪري ڪنهن ڪنهن جو ٽڪَ پڇي سگھندا؟

● ڏسين ٿو؟ صبح جي صراحيءَ مان سج انگوري شراب وانگر پيٽجي رهيو آهي!

● سانوڻ، ايڏو وسيو آهي جو هن جون انبڙيون، ڏوڀي، سايون ڇَهڄَ ٿي ويون آهن!

● سانوڻ! ايڏو ته نه وس! منهنجي محبوبا ساري پڇي وئي آهي ۽ هن جو چولو هُن جا اُرهه پسائي رهيو آهي.

● سانوڻ! ايڏو ته نه وس! هن جي وڻ ۾ پڪا انب پڇي ويا آهن.

● توکي هن پوپٽ جي رنگن کان وڌيڪ خدا جو ٻيو ڪهڙو ثبوت گهرجي ٿو؟

● جي مان چوان ته جهرڪيءَ کي آکيرو ٺاهڻ خدا سيکاريو آهي ته ان ڳالهه جي ان کان وڌيڪ ڪهڙي سؤلي سمجهاڻي ٿي سگهي ٿي!

● ماکيءَ جي مک گلاب تي اُڏري آئي آهي.

مٽان هن کان هُن جو رِزق کسين!

● ماکيءَ جو مانارو نه ڊاهه! لکين گل جڏهن رَتَ ڏيندا آهن تڏهن مانارو ٺهندو آهي.

● ڏِس، انب ٻُور سان ٻوڪيا آهن ۽ ماکيءَ جون مکيون اچي ڪٺيون ٿيون آهن ۽ مون ۾ وديا پتيءَ جي آتما ڪَر موڙي رهي آهي!

● هر وڻ منصور هوندو آهي، جڏهن ماٿهو اُن کي وڍيندا آهن.

● جيترو ئي ماڻهوءَ جو ٻاهر ڏٺو مٺو، صاف سٿرو آهي، اوترو ئي هن جو اندر پلپلو آهي، ڪينئرو آهي.

● توکي معلوم آهي ته جڏهن منهنجي اليومينم جي ڪليل دريءَ مان

تي پيرا ڪراچي جي ڪنهن مُرغ جي ٻانگ ايندي آهي تڏهن ء ن پنهنجي گهڙيال ڏانهن ڏسندو آهيان. ڇا اهو ٺٺ تيل وقت اچي ويو آهي؟ ڇا مان پنهنجيءَ صليب کي ڪُلهو ڏيان.

● نه رڳو ڪهوڙي کي موت جي اڳواٽ خبر پوندي آهي پر ٻي هر جاندار کي به اڳواٽ پتو پئجي ويندو آهي، رڳو انسان کي خبر نه پوندي آهي جو ان ڏس ۾ احقرالمخلوقات آهي يا انسان کي......؟

● ماڻهوءَ کي موت ۾ گهڻو ڪجهه ڇڏڻو پوندو آهي، جو سچ پچ من جو هوندو به نه آهي. جئپور ۾ مون هڪ راجا جي خالي محل سرا مٿان لنگور ڏٺو هو، جنهن جو پڇ هڪ وڏي سوال جي نشان وانگر هو ۽ ان جي سامهون سورج گهڙي هئي جا سانجهي ٿيندي ٿي بيهجي وئي هئي!

● من وڻ جون پاڙون اکڙي ويون آهن، ان ڪري الڪو نه آهي ته ڪڏهن ڪِري، من گل جون پتيون پڪڙجي ويون آهن، ان کي اَلڪو نه آهي ته ڪڏهن ٿو ڇڻي! پرندا جيستائين جيئرا آهن واءُ ۾ پنهنجا پَرَ هڻندا رهندا آهن. رڳو انسان کي ئي انت جو خيال مايوس ڪندو آهي. ڇاڪاڻ ته ڇو؟

● موهن ڪلپنا! توکي موت کان اڳ اها خبر نه هئي ته تون ٻي ڪهاڻي نه لکي سگهندين: تنهنجي زندگي جي سڀ کان وڏي الميه ڪهاڻي اها هئي ۽ اها وقت جي آخرين هوا تي ائين ئي لکي ڇڏي هئي جو تون ان کي درست به نه ڪري سگهين!

● تون ئي ته منهنجو ساٿي آهين، موت کان حياتيءَ تائين، حياتيءَ کان موت تائين، مون توکي 'ميران' کان وڌيڪ ڳوليو آهي، تون جو تنبوري جي تارن ۾ سُتل آهين ۽ منهنجي ڇُهاءُ سان جاڳي پوين ٿو!

● 'رب ارني' جو آواز اچي رهيو آهي؟ زندگي ڪوهِ طور وانگر ٻري رهي آهي ۽ چوڌاري رات جو انڌيرو آهي.

● وسي رهيو آهي. وسي رهيو آهي، مينهن وسي رهيو آهي. مان ٻنيو ٻيڪڙي وٺو آهيان، ڇَت ٽپڪا ڪري رهي آهي.

يا خدا! ايترو وساءِ ته سنڌو نمنار ني وجي ۽ پکي مجن يا پسون، توڙي ماڻهو، انهن مان ڪو به اجارو نه رهي.

● [illegible]

- ڏنگڻ نانگ جي فطرت آهي، ڪير پيارڻ منهنجي فطرت آهي.
- منهن جو ايترو مٺو، اندر ۾ توهه کان وڌيڪ ڪوڙو. ايڏو ڪوڙو جو هُن جي زهر، هُن کي ئي ڪائي رهي آهي!
- تون موت جي خيال کي دل مان تڙي ڪڍيو آهي جڻ تہ ائين ڪرڻ سان تون نہ مرندين! پاڳل! جي چوويهہ ڪلاڪ اسٽالن کي اهو احساس هجي ها تہ ماٺهو ڪڏهن بہ مري سگهي ٿو تہ هو ايڏا ظلم نہ ڪري ها ۽ يوءِ يو- ايس- آر نہ ڊهي ها! موت جو احساس ئي ماڻهوءَ ۾ چڱائيءَ جي پيڙهہ پختي ڪري ٿو.
- ڪو توکي رهڻ پائي، تہ هن کي چاقو نہ هڻ!
- نانگ کي لٺ سان هٽائي ڇڏ، پنهنجي راهہ وٺي ويندو. هرو ڀرو ان کي مارين ڇو ٿو؟
- معافي تہ اوصاف خداونديءَ مان آهي، پو ايڏي ڪاوڙ ڇو؟
- گڏهہ، لفظ، گڏ + ڌهہ مان ٺهيو آهي.
- ڇا عوام سچ پچ اُپرندا؟ جي ها تہ اُهي سچ وانگر اُپرندا يا سج گرهڻ وانگر اُپرندا!
- هاڻي تنهنجي مٿي مان ڪميونزم جو سوداءُ سل ڪري بہ ڪڍي نہ سگهبو! تون جڪڙجي چڪو آهين ۽ پنهنجا زنجير توکي وڻي ويا آهن.
- ڇا چاهہ- نخشب مان اُپرندڙ چنڊ کي بہ گرهڻ ٿيو هو؟
- اڄڪلهہ تہ هر ڪُرسي ڏسي ڪرسي تي اچي!
- تون نڪي ڪري خدا جو نالو وٺي رهيو آهين، ڇو تہ تنهنجي فلسفي ۾ تنهنجي لعين مقصد لاءِ خدا کي ذريعو ڪري استعمال ڪري سگهجي ٿو.
- ڇا مان تُنهنجا ڇل ڪَپت وائڪا ڪيان؟ پر مان ڀانيان ٿو تہ مون کان اڳ موت تنهنجي گلي ۾ رسو وجهي رهيو آهي. ڪَپتي، پاکنڊي، ڀهروپي، ڇا تون موت سان بہ بگلو ڀڳت ٿي سگهندين؟ ڏاڍو ڀُلو آهين!
- ڪُتا هڏو بہ چباڙي رهيو آهين ۽ ڀؤنڪي بہ رهيو آهين! ڄڻ اهڙو ڇڱو ڀهريدار آهين!
- اها ڪهڙي سوچ آهي، جنهن توکي جاسوس بڻايو آهي؟

● اُٺ جا پُٽ! منهنجي خيمي ۾ ڇو آيو آهين؟

● هي چمڙو اوندهه ۾ ڇاپيو هو، اوندهه ۾ مري ويو آهي. هن روشنيءَ جي دنيا تہ ڏسي نہ ڏٺي! شايد اها هن جي ڀاڳ ۾ نہ هئي!

● ڪيرو! ڪنهن سان دوستي ٿو رکين؟ هن جي سيني ۾ اسلحہ خانو ڏٺو آٿي؟

● مترنا مذرتا کان وڌيڪ مذر لفظ آهي پر رڳو لفظ ئي تہ آهي!

● جڏهن دوست دشمني ڪندو آهي تہ هن کان برو دشمن ڪونہ هوندو آهي.

● غالب جو هڪ شعر آهي:

هے کہاں تمنا کا دوسرا قدم یا رب،
هم نے دشت امکان کو ایک نقش پایا.

جي دشت امڪان عالمي تاريخ کي سمجهيو وڃي تہ ان استعاري جي دائري ۾ ڪيتري وسعت پيدا ٿي وڃي ٿي! سمجهڻ وارا سمجهي ويندا تہ هن دؤر ۾ نقشِ پا ڇا آهي؟ ڇا اُن کي حوادث جو طوفان ملياميٽ ڪري ڇڏيندو يا اهو ڪنهن منزل جي نشاندهي ڪندو؟ هن وقت تائين تہ دشتِ امڪان جو ڪوئي نقش پا مون لاءِ معاون ثابت نہ ٿيو آهي.

● وڄ، وڄ، پنهونءَ جي ڪيڏ وڄ! مان توکي جهليان نہ ٿو. ممڪن آهي تہ ڌرتي ڦاٽي پويءَ توکي ڪنهن ڪُڏي ايل پنهوار کان بچائي وٺي! پر اهو سمجهي ڇڏ تہ امڪان ۽ ايقان ۾ فرق آهي. ڌرتي توکي هميشہ لاءِ ڪجهي بہ سگهي ٿي.

● مومل! ايڏي عشق جي انڌ! تو ڏٺو ئي نہ تہ راڻو ڪاٺو آهي!

● قوم پرستيءَ کان اول اهو طئہ ڪر تہ تنهنجي قوم ڪهڙي آهي!

● مان توکي پيچري ۾ وجهي وڻ ۾ لٽڪايان تہ ڇا تون ائين سمجهندين تہ تون وڻ جي ٽاريءَ تي لڏي رهيو آهين؟

● ابوءَ! آزاديءَ جي رستي تي ڪيڏي نہ گسُ آهي! ساهہ تو منجهي!! پٽر هجن ها تہ بہ چڱو!

● مون دريا خان جي قبر تي متو ٽڪرائي چيو: "اَٿ! متيءَ مان اُٿ! سج نصف النهار تي اچي چُڪو آهي."

● توکي معلوم آهي تہ جڏهن اسٽالن جي ڌيءَ سيوٽلينا هڪ يهوديءَ سان شادي ڪئي، تڏهن اسٽالن هُن کي ڪهڙي گار ڏني هئي؟ جي تون سيوٽلينا جي آتم ڪهاڻي پڙهين تہ دهريت جي دريده دهنيءَ تي ڏندين آڱريون ڏين!

● تون انسانذات سان محبت ۽ انسان سان نفرت ڪرين ٿو. دهريت اهوئي تہ سيکاريندي آهي!

● هڪ دهريو تيستائين انسان دوست آهي، جيستائين هُن کي اقتدار نہ مليو آهي.

● ڇا تاريخ مان ڪوئي مثال ڏئي سگهندين تہ فلاڻو خدا دشمن، انسان دشمن نہ هو؟

● دنيا ۾ اقتدار ئي هر خرابيءَ جي جَڙ آهي. دولت بہ جڏهن اقتدار لاءِ ذريعو ڪري استعمال ڪئي ٿي وڃي، تڏهن ئي ان ۾ خرابي ڪنهن گٽر وانگر ٽٽي پوي ٿي!

● اي ڪيرٽر! ڇا تون ويڳي ويڳاڻي ٻار وانگر آهين؟ ڪنهن وقت تہ تنهنجي هر ڇپ کي دودي جيڏي دل هئي!

● اي روپا ماڙي! ڇا ٻاگهي اجا تو مان اُفق ۾ نهاري رهي آهي؟

● تون اڪيون ٻوٽيندين تہ ڇا سج نہ چمڪندو؟

● اي هماليہ! تنهنجي ديد ڪيترو نہ دور ڏسي ٿي؟ تُنهنجي پَٻ وٽ ٻيهي ڪوئي تنهنجيءَ چوٽيءَ کي ڏسي بہ نہ سگهيو آهي!

● هائو ميان! تنهنجي تهذيب سمير جي تهذيب کان بہ پراڻي آهي ۽ اُن جي هر سِرِ ڀِڃي، پُري مٽي ٿي چڪي آهي. پوءِ ڇا؟

● تون ٻاڙ تہ انگ اڳهاڙو آهين. توکي رڳو ان تي فخر آهي تہ دنيا ۾ سڀ کان اڳ ۾ تنهنجن وڏن آڏاڻو ٺاهيو هو!

● من کي ايتري بہ رَسي نہ ڏي تہ نانگُ ٿي پوي!

● سوچي سوچي ڳالهاءِ! هر لفظ هڪ تلوار آهي جا توني ڪري سگهندي آهي.

● فصاحت درياهہ جي روانيءَ وانگر آهي جا ڪنهن مهل ... لوڙهي ويندي آهي، ان ڪري مان تقرير لکي پڙهندو آهيان.

- دوستي غلطيءَ جو ٻيو نالو ته نه آهي!
- جي ڪائي ڪوڙي ءِ ڪوڙي ڪهاڻي آهي ته اها دوستي آهي.
- دوست، اُنهيءَ دشمن جو نالو آهي. جو تنهنجي ويجهو آهي.
- جنهن ڪي نظريا دوستيءَ کان وڌيڪ پيارا آهن، اهو تنهنجو دوست ڪڏهن به نه ٿي سگهندو.
- هاڻي دوستيءَ تي ڪيترو به مانجهو مل! اها گهڻو گشڪو سهي نه سگهندي.
- سچ ڳالهائي اس ۾ پلي ويهه، ڇانوَ ۾ ويهڻ لاءِ ڪوڙ نه ڳالهاءِ!
- جي دوستي فريب آهي ته رڳو رفاقت ته الائي ڇا هوندي!
- نه وڇونءَ جي اولاد سان ڪڏ ڇپر ڇگو آهي نه واڳونءَ جي اولاد سان ڪڏ ڪير.
- توکي موت جي مُنهن ۾ ڏڪيندڙ جي تو جيترو جوکو پاڻ نه ڪٿي، ته اهو سمجهه ته يا هو مڪار ءِ فريبي آهي. يا ذهني امراض جي شعبي ۾ داخلا جهڙو آهي.
- ڇتي ڪتي جي ڇَڪ کان پالتو ڪُتي جو اڻ- ڇتائو ڇڪ بَرو بيدو آهي.
- افسوس! مون ڪي ڪيتري وقت کان پوءِ سمجهه ۾ آيو ته دوستيءَ جي ناڻوَ واري ڪا شيءِ نه آهي.
- ڄاڻو سَڄاڻو! سوين!

سنگت؟ ڪنهن سان به نه!

- جڏهن به مون ڪنهن جي پڳ جو پيچ ېڌو آهي، هُن اها پڳ منهنجيءَ ڳچيءَ ۾ نوڙي ڪري وڌي آهي.
- ماڻهوءَ تي ڪاوڙ ۾ مون هن کي ڪُتو جئي ڳالهوَ ڏنا، افسوس جو مون ڪُتي تي ڪاوڙ وقت هن کي ماڻهو جئي گهٽ وڌ نه ڳالهايو!
- اعتبار؟ خدا کانسواءِ ٻيءَ ڪنهن ڳالهه ۾ اعتبار ڪهڙيءَ چڙيا جو نو آهي؟
- [illegible] ٿو، باقي ماڻهوءَ جو ڪڪڙ جي

● اڳي تہ ٽرانسڪائيٽ لفظ گار وانگر ڪم آڻيندو هئين! ڇا هاڻي نئين گار "اسٽالنسٽ" تنهنجي ڄڀ کي نئون سواد ڏنو آهي؟

● سياستدان اديبن کان وڌيڪ سياڻا هوندا آهن. گهٽ ۾ گهٽ هو دوستيءَ ۾ تہ اعتبار نہ ڪندا آهن.

● شل نہ هڪ ڪميونسٽ کي ملڪيت جي چُوس پوي، پوءِ هاڻار تہ ڇڏ، توتي ماڪوڙن لاءِ بہ ماس نہ ڇڏيندو!

● نرگس لطيف جا "آهيان جي وچ ناهيان" جي مصنفہ آهي، ان سان گڏجي، مون گوئٽي انسٽيٽيوٽ مان ڪجهہ ڪتاب پڙهڻ لاءِ ورتا. انهن ۾ ڪجهہ ڪتاب منهنجي مرغوب اديب "هينرڪ بول" جا بہ هيا. جنهن ۾ هن جون 22-1921ع ۾ آئرلينڊ جي سفر واريون ڊائريون بہ هيون. اتي برفباريءَ کان پوءِ ڏاڍي سردي هئي. هينرڪ بول پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکيو آهي تہ آئرلينڊ ۾ هن کي ٻن قسمن جا ماڻهو مليا. هڪڙا اهي جن کي چيو پئي ويو:

"اوه! اڄ ڪيڏي نہ سردي آهي" تہ انهن جواب ٿي ڏنو: "سچ، ان کان بري نہ ٿي سگهي ٿي" ۽ ٻيا اهي جن چيو پئي، "تون شايد هتي پهريون دفعو آيو آهين، ان کان بہ بري ٿي سگهي ٿي." اهي ٻہ طبيعتون جتي ڪٿي آهن.

منهنجي گهر کان ڏهاڪو قدمن تي ڊاڪٽر انور اعوان جي اسپتال هئي، جو اڳئين سنڌ گورنمينٽ ۾ وزير خورشيد شاهہ جو مامو هو. تازو ڄام صادق جي وزارت وقت ايم ڪيو ايم سکر ۾ ڏاڍا هٿيار هٿ ڪيا. منهنجي ۽ ڊاڪٽر انور جي اسپتال جي چوڌاري ايم ڪيو وارن جا هزارين گهر آهن. جن ۾ اڪثر پلي پيٽ جا ڪونجڙا رهندا آهن، جن کي اڳي دڙڪو ڏيندا هياسين ۽ هنن جو ساهہ سڪي ويندو هو پر هاڻي هٿيار حاصل ڪري شينهن ٿي پيا آهن. مان سارو گهر پريل ڇڏي ٽي سال اڳي بيماريءَ سبب اچي ڪراچيءَ [illegible] هيان. هتي خبر پئي تہ پنهيان پاڙيسري، جن کي [illegible] آڙيءَ اوڏيءَ ۾ [illegible] ايندو هو [illegible] سڀڪي تائين [illegible] شهيءَ گهر مان [illegible] آهن. جن تہ [illegible]

[illegible]

[illegible]

ڪلاشنڪوف جو برسٽ هڻي، پوءِ ٽڪرا ٽڪرا ڪري ماريو اٿائون. زرينا جڏهن چوريءَ جي ڳالهه ٻڌي، روئي رهي هئي تڏهن مون کي هينرڪ بول واري مٿين ڳالهه ياد آئي: "موسم اجا وڌيڪ خراب ٿي سگهي ها!" مون هن کي چيو:

هوءَ سمجهي نه سگهي ته مان ڇا چئي رهيو آهيان!!

● تنهنجو دماغ به يو- ايس- ايس- آر وانگر ٽڙڪي پيو آهي!

● امام ابو حنيفه چوندو هو ته "ظالم ۽ متڪبر پنهنجي موت کان اڳ ۾ هن دنيا ۾ ڪجهه نه ڪجهه ضرور سزا پائي ٿو ۽ ذلت ۽ نامراديءَ جو منهن ڏسي ٿو؟" ڇا مسوليني، هٽلر ۽ اسٽالن ان نامراديءَ ۾ شريڪ نه هيا؟ ڇا ٽراٽسڪيءَ جو مٿو اسٽالن ڇتايو نه هو؟ ڇا لينن جو مٿو موت کان پوءِ تاريخ ڇٽي نه ڇڏيو ۽ اسٽالن کي ڪفن ۾ مٿي ڇپائڻ جي جاءِ ڪريملن ۾ نه ملي ۽ پنهنجي ديس ۾ جو ڪجهه ٿيو آهي، اهو ته توکان ڳجهو نه آهي يا مان. ان تي به وقت وڃايان ۽ توکي اهو ٻڌايان ته ڇا ڇا ٿيو آهي؟ ها، جيڪي اجا ٿيڻو آهي، اهو منهنجي ڪمري ۾ نقش بديوار آهي ۽ مان ننڍ مان اٿي روز ان جي آجيان ڪندو آهيان جو اچڻو آهي، جو پنڌ ۾ آهي، جو گهڻو ڏور نه آهي. نه وري اها ڳالهه منهنجي اکين کان اوجهل ٿي آهي ته برائي ڪئن پنهنجو انت پاڻ ٿئي ٿي؟

● قاتل! قاتل! قاتل! پوءِ تيمور لنگ آهين يا مائوزي تنگ آهين، مان تنهنجي پيءُ کي به سڃاڻان، تون مون کي لڳي نه ٿو سگهين!

● پڳل آئيني جي پور چو ڪَني ڪري رهيو آهين؟ هان، وٺ هي آئينو، جو صدين کان سچو ۽ صاف آهي ۽ جنهن ۾ تون اڄ به پنهنجوچهرو ڏسي سگهين ٿو.

● وڃون پنهنجيءَ فطرت کان باز آيو ته ڪائنات بدلجي ويندي!

● محمود غزنوي جڏهن مري رهيو هو تڏهن هُن موت کان ٻه ڏينهن اڳ ۾ حڪم ڏنو: "منهنجي سامهون آهي هيرا آڻي رکو جي مون سومنات مان آندا ها."

[illegible] ڏيو، جيستائين هن جون

[illegible]

● ادب کي انقلابي سياست جو ذريعو نہ بڻايو. ادب پنهنجيءَ جاءِ تي انقلاب آهي.

● هٽلر تہ مري سگهي ٿو، پر گوئبلز ۽ گوئرنگ نہ مرنا آهن.

● ڪنهن هِل کان پڇيو اٿي تہ ڇيڙن ۾ ڪيترو مزو آهي؟

● شينهن پنهنجو حصو ڪٽندو، پوءِ شينهن آمر هجي يا جمهوري نمائندو.

● تون بازن جا پر تہ ڪتريندو رهيو آهين پر پنهنجين اکين جو خير ڪڏهن نہ سوچيو اٿئي!

● دوستيءَ جو پکي فقط هڪ پر تي اڏامندو آهي، ٻي پَر جو فقط ڏسندڙ کي گمان هوندو آهي.

● آخر ۾ انسان کي، جي هو خوشنصيب آهي. فقط پنهنجو خاندان ڪم ٿو اچي.

● تون پٿر آهين، ڪاٺ آهين، تجربي ڪار آهين. نہ تو ۾ جذبو، نہ احساس، نہ دل آهي. سياست ۾ ڇو نہ ٿو وڃين؟

● ڇا ڇتو ڪُتو چوڪيداري ڪري سگهندو آهي؟ هوَ تہ پنهنجي پرائي کي کائيندو آهي؟

● ان کان ڪوئي وڏو گناهہ نہ آهي تہ ڪنهن جي اعتماد کي ضرب پهچائي وڃي.

● اي سنڌ! تون منهنجا محاورا ڪڏهن سمجهندينءَ! يا تون اهو نہ ٿي سمجهين تہ مون کي ڪوئي پيغام بہ آهي!

● ٻڪ کان ٻُلتي ڏسندين تہ اڳتي کان اڳتي ويندين.

● جوڏاس! مان توکي تنهنجي نرم گفتگوءَ مان سڃاڻان، مان ڄاڻان ٿو تہ تون جاسوس آهين پر مون توکي ڇيڪ ڇڏي ڏنو آهي، ڇو تہ مان ڄاڻان ٿو تہ صليب کانسواءِ منهنجي تقدير جي تڪميل ناممڪن آهي.

● جي نوح جي ٻيڙي ۾ ڪوئي عرب هجي ها تہ تلور جو نسل نہ بچي ها!

● ڪتو مري ويو ۽ ڇچڙ هن کان ڪَن ۾ پڇي رهيو آهي. ”مون کي ڪنهن جي آسري ٿو ڇڏي وڃين؟“

● ڇيڙا پليءَ جا خواب لهي رهيا آهن!

● موون هن کي ڏسي چيو: "تون ايڏو اڪين پوٽ آهين، جو ڪنهن وقت تنهنجون بي جان اکيون پٿيل رهجي وينديون!"

● ڇا توکي موت کان پوءِ معاف ڪريان

ڇو نه؟؟ منهنجو جهيڙو تنهنجي جيءَ سان هو، تنهنجي لاش سان تہ نہ آهي.

● هُن ساري زندگي اهو سوچيو تہ هُن سان هيٺن ۽ هن سان هونءَ پلٽ ڪندس. هُن اهو ڪڏهن نہ سوچيو تہ موت سان پلٽ ڪيئن ڪندس!

● تو سڄي عمر سازش ۾ گذاري آهي، ميڪاولي بہ ايڏي سازش ڪري ٿڪجي پوي ها. جو تہ هو تو وانگر دهريو نہ هو.

● گوئبلز! ڇا هيءَ اخبار تنهنجي منهن ۾ ٻُجو نہ ڏئي رهي آهي؟

● ڇون ٿا تہ جهنگ سيال ۾ رانجهو هير کي ڇڏي پيجي وڃي ها تہ بچي وڃي ها پر ڇا رانجهوءَ جي اهڙيءَ زندگيءَ کي ڪا معنيٰ ٿي سگهي ها؟ اها زندگي تہ خودڪشيءَ کان بہ بُري هجي ها! ها، پر تون رانجهو نہ آهين!!

● تون انقلابي آهين؟ تو پنهنجي طبيعت ۾ ڪهڙو انقلاب آندو آهي؟ تون جو پنهنجي آپ- سوارت. ڪُڏائيءَ ۽ نيچ پائيءَ مان آجڪائي نہ پائي سگهيو آهين؟ تون جو اهو هر ڪوڙ اختيار ڪرين ٿو جو تنهنجي فرضي سچ جو ذريعو ٿي سگهي. جيتوڻيڪ اهو ڪوڙ توکي توڙ تائين نہ ٿو پهچائي. رڳو توکي مُنهن ۾ ڇائي نو وجهي. جڏهن جمهوريت پسند اليگزينڊر هرزن جو تو پاري انقلابيءَ سان اختلاف ٿيو تہ هن توکي انقلابي شهوت جو بادفرنگ ڪوٺيو هو. هرزن جا اهي همعصر جن کي پوءِ بالشيوڪ سڏيو ويو، اهو بہ وساري وينا ها تہ جمهوريت پسنديءَ سبب. هرزن کي زار ديس بدر ڪيو هو. تون انقلاب جي ڪفن جو ڪيڙو آهين. تون جو پاڻ کي جديد دنيا ۽ ان جي فڪر جو نمائندو سڏي رهيو آهين. رڳو اهو شيشي جو پڙ آهين جو اڄا تائين لينن جي لاش تي رکيو آهي، جنهن کي ڪنهن وقت ڪريملن مان ڪيڏي ڦٽي ڪندا؟ ڇا تون جيفرسن جي آزاديءَ جي پڌرنامي جي حمايت ڪرين ٿو ۽ والٽ وٽمئن جي شاعري اُتم سمجهين ٿو؟ نہ، تون در پردي اڄا ڪميونسٽ پڌرنامي جو حمايتي آهي، جنهن تي تون پٺائيءَ جو شعر ڪعبي

جي غلاف وانگر اوڙهي، سنڌ جي عوام کي بيوقوف بڻائي رهيو آهين ۽ جو تنهنجي ترقي پسنديءَ (جنهن کان وڌيڪ جديد دنيا ۾ ڪائي دقيانوسي ڳالهه نہ آهي) جي ڄار ۾ نہ ڦاسي، مون کي اناپرست ڪوٺين ٿو ۽ ايئن ٿو سمجهين تہ تنهنجو اندو وشواس جڳ لاءِ ڪوئي فانوس آهي. اَندو وشواس انقلابيءَ جهڙو خطرناڪ جيوڙو ٻيو ڪوبہ ناهي. تنهنجو ساٿ ڪوڙهئي جو ساٿ آهي ۽ جي مان تنهنجي ڪوڙهئي هٿ سان پنهنجو هٿ ملائڻ نہ ٿو چاهيان تہ تون ان کي ڪيڻ ٿو چاهين، جيئن اهو قلم کي نہ جهلي سگهي. تون معاشيات جا ٻہ اکر پڙهي، پاڻ کي جديد علم جو ڄاڻو ٿو سمجهين ۽ ڪميونزم جي باسي بڪواس دسترخوان ۾ ڍڪي پيش ڪري رهيو آهين. نہ، مون تنهنجي انقلاب کي واري ڇڏيو آهي، اهو گٽر جو فلسفو آهي. گٽر جو ماٺي فقط گندي نالي وچي رهي آهي. پر ڇا ڪجي، هڪ ڪافر جو تعصب مومن جي تعصب کان بہ وڌيڪ پائدار ٿيندو آهي ۽ ڪافر ان جي بچاءَ ۾ مومن کان بہ وڌيڪ محنت ڪندو آهي. دراصل تو ۾ انا آهي، جنهن تي سماجي ڍاڪئون رکيو آهي.

مان تہ سينٽ جا پرسي (St: John Perse) وانگر چوان ٿو:

"And it is enough for poet to be the guilty conscience of his time."

ترجمو: اهو شاعر لاءِ ڪافي آهي تہ پنهنجي دؤر جو مجرم ضمير ٿئي).

● سياستدان، جي دانشور بہ آهي تہ هن جي دنيا ڪجهہ ماضيءَ جي تاريخ آهي ڪجهہ حال ۾ هَل هنگامو آهي ۽ ڪجهہ پنهنجيءَ يا اَڌاري عينڪ مان مستقبل جو ديدار آهي، جنهن ۾ هن جي نظر جو فريب ڪيترو شامل آهي، اهو مستقبل ئي ٻڌائي سگهي ٿو. شاعر جي اڳيان ازل کان ابد تائين وسيع ميدان ڦهليل آهي ۽ هن جي اکين کي ڪنهن بہ عينڪ جي ضرورت نہ آهي. هن جي ديد ڄِٽي آهي تہ هو ڏُور ڏُور تائين ڏسي سگهي ٿو. فقط عقل جا انڌا سياستدان هن کي نابين سمجهن ٿا ۽ پنهنجيءَ بينائيءَ تي ٽڏن ٿا. پر جڏهن کان هنن جي عينڪ ڀڃي پئي آهي تڏهن کان اهڙا معذور ترين شخص مون ٻيا نہ ڏٺا آهن.

● اي سنڌيو! ڇا اوهان ڄاڻو ٿا تہ غلام قادر روهيلو ڪير هو؟ -

اوهان اهو ڄاڻو ٿا تہ هن جڏهن خنجر جي نوڪ سان شاهہ عالم جون اکيون ڪڍيون هيون ۽ حرم جون نازنينون بي عزت ڪيون هيون تڏهن مستقبل آڏواڻيءَ ۽ هن جي بي جي بي جي انتظار ۾ هو؟

● شاهجهان چرچي ۾ چوندو هو تہ:
”پوربو شيراز- مملڪت ماست؟“
شاهجهان کي اها خبر نہ هئي تہ پوربو سنڌيءَ ۾ ڄاڪي چئبو آهي ۽ نہ وري، شيخ مجيب کي اها خبر هئي!

● ڪسيءَ جا ڪيڙا! تون تہ ڪاريهر جي ڏک ڏٺي رهيو آهين؟ ڪڏهن ٿو جهارو ڦري ۽ تون ڪنر ۾ وَهي وڃين؟

● تون پاڻ کي يلي سقراط ڄڻُ، پر آنءُ چو هيملاڪ توتي اَجائي وڃايان! آنءُ اهڙو اياڻو نہ آهيان!

● سنڌي ماڻهوءَ جو وڏي ۾ وڏو مرض ڪچهري آهي جو سندس سڀ سُڪائي ٿو وجهي.

● سج نئينگ تي اُبري رهيو آهي. دادوءَ جا شهر! تون ڪڏهن پنهنجي آرس مان جاڳندين!

● ڇا ساڳيو ديس بُلهي شاهہ ۽ جنرل ضياءالحق کي پيدا ڪري سگهندو آهي؟

● هن ڳالهہ تہ جمهوريت جي ٿي ڪئي پر صحيح فقط پاڻ کي پئي سمجهيو

● تو دوستو وسڪيءَ جو اهو ڪردار پڙهيو آهي جيڪو ساٿين هٿان سارو شهر تباهہ ڪرائي پاڻ، ريل تي چڙهي، ڪلندو هليو ويو هو. سازشي! ڇا تون سمجهين ٿو تہ مان توکي نہ ٿو سڃاڻان!

● هو ڪهڙو بادشاهہ/ راجا هو. جنهن مهمان لاءِ وڏو محل ٺهرائي، ان جي بنياد ۾ لوڻ وجهايو هو ۽ جڏهن هن جو مهمان اُتي اچي ٽڪيو هو، تڏهن پاڻي هارائي هَن لوڻ وارا بنياد ڳارائي وڌا ها ۽ محل اچي پٽ تي ڪريو هو ۽ مهمان دٻجي ويو هو. اي هندستان جا ڪميونسٽ! ڇا تون پنهنجيءَ تاريخ مان سبق نہ سکيو آهين.

● سڪندر موٽي ويو، ڪانءُ اچا آبِ حيات تي ويٺو آهي.

- ڇا آزاديءَ لاءِ خوني انقلاب ضروري آهي؟
- لومڙ بگهڙ کان خراب ٿيندو آهي. بگهڙ سڌو حملو ته ڪندو آهي!
- ڇتي ڪُتي جي ڪِڳ ڏسي عرفي جي غلطيءَ جو احساس ٿو ٿئي.
- ڇا آمريڪا ايتري خراب آهي؟

آمريڪا ايمرسن، ٿارو، والٽ وٽمٽن پيدا ڪيا ۽ دنيا کي نازي جرمنيءَ، فاشي اٽليءَ ۽ هيرو هٽو جي جاپان مان جند ڇڏائي! ڇا اها روس کان به خراب آهي، جنهن ۾ سوين اديب ماريا ويا. گدام آرٽسٽن جي شهڪارن سان ڀريا ويا ۽ جو ڪنهن وقت زار جي امپيرئلزم جو نئون روپ هو، پر هاڻي ٿئي. آمريڪا جي پيرن ۾ ڪريو آهي ۽ ليلڙاٽيون ڪري بيک مڱي رهيو آهي؟

اي پاڪستان جا جعلي ترقي پسندؤ! اوهان کي آمريڪا جي نفرت تي پاليو ويو آهي ۽ اها نفرت ائين آهي، جيئن وش ڪنيا ۾ زهر هوندي هئي.

● توکي ڏسي مون کي آواگون ۾ اعتبار اچي ويو آهي، ڇو ته تون اسنان جي روپ ۾ نانگ آهين.

● تنهنجي ساري رفاقت انهيءَ گهاتي گاهه وانگر هئي، جنهن ۾ نانگ لڪو ويٺو هو ۽ جڏهن اُن تي منهنجي لت آئي ته ڪکيائين.

● تون مذهب، رنگ، نسل، آزاديءَ، انقلاب، مطلب ته جنهن نالي ۾ ٻي انسان جو خون وهائين، تون خوني آهين. ڪنهن جي، ڪهڙي به نالي ۾ رتوڇاڻ ڪرڻ نيڪ آهي. انسان جي خون کان مقدس ڪائي شيءِ نه آهي، جي ائين نه هجي ها ته سڀ انسان آدمخور هجن ها. مان ته چوان ٿو ته ساري زندگي مقدس آهي، پوءِ اها انسان جي هجي يا ٻي جاندار جي. تتر جي ڳلي تي به ڇُري نه وهاءِ! مون کي ائين ٿو لڳي ته تون ڪائنات کي تڪبير ڏئي رهيو آهين. ان جون ٻولڙيون ٻڌي فرشتا حيرت ۾ اچي ويندا هوندا ۽ سوچيندا هوندا ته ڏرتيءَ جا فرشتا ڪيترا نه پيارا آهن. اسان کي خدا بهشت ۾ قيد ڇو ڪيو آهي!

● ڳاڙهو ريت جو رنگ آهي؟ خوني! ڇا ان ڪري توکي اهو پسند آهي يا ان ڪري جو اهو باک جو رنگ آهي؟ ڇا ڪوئي خوني به باک جو ڳولائو هوندو آهي؟ هو ته رات جي انڌيري ۾ لڪندو آهي ۽ چنڊ جي فانوس

تي بہ ڪاوڙبو آهي.

● سائنس تباهي آهي، جي ان ۾ انسانيت نہ آهي، گلف واري جنگ ان جو ثبوت آهي. اڄڪلهہ ڏاڍو ڳابو نہ آهي، ڏاڍو ڏاند آهي، جنهن جا سنگ اسٽنگر ميزائيل آهن.

● اسرافيل پنهنجي صور ڦوڪي رهيو آهي جا رڳو مان ۽ ڪارونجهر ٻڌي رهيو آهيان!

● دودا، تون اڃا نہ ٿو جاڳين؟ قيامت جو سج نيزي جي نوڪ تي پهچي چڪو آهي.

● مينهن جا مانداڻ ڪري ساري ڳهر کي باهہ لڳي آهي.

● اي ويهين صدي! تو ۾ نوانوي فيصد جانور هيا ۽ هڪ فيصد انسان هيا، پر مان پاڻيان ٿو تہ اهو جئي مان انسان ذات جي خوشامد ڪري رهيو آهيان!

● ٻڌ! ٻڌ! ڪارونجهر مان آواز اچي رهيا آهن. جي اهو ڦاٽو تہ تون ساري جو سارو جلي ويندين!

● تون شڪارپور ۾ منهنجو گهر ڳولي رهيو آهين! هي ساري سنڌ منهنجو گهر آهي، جتي صديون منهنجيءَ جُتيءَ جو آواز گونجندو رهندو.

● آدرش وادي! ڇا تنهنجي وادي ڪنهن اونهيءَ کڏ ۾ آهي، جتي توکي تنهنجو آدرش ڪيرائي مارائيندو؟

● مون پوني ڪان ڪجهہ ميل پري پهاڙيءَ تي شيوا- جيءَ جو ڪوٽ ڏٺو تہ مون کي ائين لڳو ڄڻ ان جي هر سر ڪائي سٽ سٽي رهي آهي.

● مون گوا ۾ هڪ پورچوگيز گورنر کي اکين ۾ گهوري ڏٺو ۽ سوچيو تہ ڇا بُت تراش انهن ۾ اهي ڪونڪني ڇپائي سگهيو آهي جي هن مارايا ها؟

● سسي فَس! هتي وڃ! پٿر پاڻ ئي چاڙهيءَ تي مٿي ڌڪجي رهيو آهي.

● هن گهڙيءَ سان تہ نباهہ! تون وڃُو صدين جو سوچين!

● "بروٽس! مون کي توتي غصو نہ آهي" سيزر چيو، "تون منهنجي ڇاتي ۾ کهاءُ ڏٺو آهي جو قلوپطره ڪيو آهي؟ تون تہ مُئي کي ٿو مارين!"

● منهنجا سياسي آدرش! مون تنهنجو ايترو انتظار ڪيو آهي، جيترو جيڪڏهن خدا جو ڪيان ها تہ ڪيئي ملڪ فلڪ پٽتي ڇڏي وڃان ها! تون ڪڏهن ايندين؟

● ڇا تون واچ جو ڪانٽو آهين جو ڦري ساڳي جاءِ تي ايندين؟ زندگي تہ قطب نما جو ڪانٽو آهي جو توکي پنهنجي توڙ تي رسائيندو.

● تاريخ جي مهڪ بہ مقناطيس وانگر ٿيندي آهي. جا رڳو انهن کي ڇڪيندي آهي جن کي لوهہ لڳڻ ۾ هوندو آهي.

● ميان تون آهين تہ پلو پر ورديءَ ۾ چار پلا پائي پاڻ کي شينهن جو پٽ سمجهي رهيو آهين.

● هر ڪوئي ڪرسيءَ تي ڊنوسار (Dinossaur) لڳندو آهي.

● هن اخبار جي ڪالم ۾ ڪتي جي ڳگ وهي رهي آهي؟ ڇا هي ڪتو ڇتو ٿي پيو آهي؟ هي مون کي چڪ بہ تہ نہ ٿو پائي، رڳو هوا جي جهوتي تي ڀونڪي رهيو آهي، ڄڻ ڇٽي رهيو آهي، "تو ايڏي سرهاڻ ڇو ڪني ڪئي آهي جا منهنجي مٿي ۾ سور وجهي رهي آهي؟"

● منهنجي توسان دل ايئن ٿي وئي آهي جيئن ٻڙ جون ٻہ وليون هڪ ٻئي مٿان وري. ڳنڍجي وينديون آهن ۽ انهن مان ڳوڙهن ڦٽي نڪرندا آهن.

● تون وار ڪارا ڇو ٿي ڪرين؟ تنهنجا اڇا وار مون کي ياد ڏياريندا آهن تہ اسان زندگي گڏ گذاري آهي.

اهي ڪارا وار توکي اوپرو بڻائي ٿا ڇڏن.

● وڃ ڪڏهن ٿي ڪري اُن جي آڪيري ڪي خبر نہ هوندي آهي.

● توکي ان مارڪسي- ليننني ٻوليءَ ڪانسواءِ ٻي ٻولي اچي تہ اُن ۾ لکين! مون کي تہ ان مان مُئل مڇيءَ جي ڌپ اچي رهي آهي.

● ڪجهہ ڪتن جي ڀونڪ ٻڌي، عرفي پنهنجو رستو ڇڏي ويندو ڇا؟

● ڪنهن چيو تہ: "تنهنجا دوست توتي ڪاوڙيا آهن."

مون جواب ڏنو: "هو ڪاوڙيا تہ پنهنجي غلطيءَ تي آهن، رڳو مان اُن جي نشاندهي ڪيان ٿو تہ هو مون تي ڪاوڙ ڇنڊن ٿا."

● احمقن جي ساٿ کان اڪيلائي هزار بار بهتر آهي.

● مون ناسڪ ۾ روهڙيءَ وانگر ڇُر ڏني، جنهن مان حلالي نڪري

تي ويو ۽ حرامي ڦاسي تي پيو. سرحد جي ٻنهي طرفن مونکي اهڙا ماٿهو مليا آهن جن جو تعداد ۾ طبيعتون ساڳيون آهن.

● سڪندر اعظم! مان به تو وانگر ذوالقرنين آهيان ۽ مون به پنهنجي مٽي جي ٻنهي پاسي بار ڪنيو آهي. ڪنهن وقت مون کي به تو وانگر اعظم جو خطاب ملندو.

● احمد شاهه ابداليءَ سنڌ ۾ مدد خان کي موڪليو. دراصل هتي جيڪو به حملو آور آيو آهي، مدد لاءِ آيو آهي.

● ائين ڇو آهي ته هر پٺاڻيءَ جو پيش ور قاضي ڦاڏن ٿيندو آهي؟

● اقتصاديات جو شخصيات تي ايترو اثر نه آهي، جيترو شخصيات جو اقتصاديات تي آهي.

● مونکي جنوبي آفريقا جي ڪميونسٽ ليڊر ڪرس هاني جي قتل تي ڏاڍو افسوس آهي. جي ائين آهي ته اوهان ڪميونسٽ حڪومتن کان نفرت ڇو ٿا ڪيو جي ڪميونسٽ مخالفن کي مارائينديون هيون؟

● علامه اقبال نيل جي ساحل کان ڪاشغر جي خاڪ تائين ڇا ڏسي رهيو آهي؟ مون کي ته هڪ ويران رستي تي لٽيل قافلو نظر اچي رهيو آهي، جنهن جا قافلا سالار سڀ مري چڪا آهن.

● وچ، وچ حسني مبارڪ وٺ وچ! هو توکي هر فرعون جي قبر ڏيکاريندو. تون به پنهنجي لاءِ مخروطي منارو پسند ڪر ۽ مون وٽ مي ٻه جوتا زائد آهن، اهي به اتي رکي آءُ! متان تنهنجي موت کان پوءِ ماٺهو اُهي توکي هڻن!

اي اصحاب ڪهف! مان ته ڪيترو وقت اڳي جاڳيو آهيان. اوهان هاڻي اٿيا آهيو. جڏهن دنيا بدلجي وئي آهي!

● اي گهوڙي سوار! خيال ڪجانءِ ته گهوڙي جي تنگ ٽٽڙي، تنهنجي گردن نه ٽوڙي وجهي!

● ڏاهپ ڪيترا ڏنپ ڏياري ٿي، ڏنپ ڪيتري ڏاهپ ڏين ٿا!

● تو اهڙا شهيد ڏٺا آهن. جي بقيد حيات هوندا آهن.

● اي شيطان صفت انسان! تون انسان صفت انسان مان ڇا ٿو چاهين!

● مراد کي احمد نگر جي جيل ۾ آفيم ڏئي مارڻ وارا اورنگزيب!

توڪي قدرت گهٽي وٺي ڏني هُئي!

● جي تنهنجو مڪافات عمل ۾ اعتبار نہ آهي تہ تنهنجو ڀي ڪهڙيءَ ڳالهہ ۾ اعتبار ٿي سگهي ٿو؟

● رڃ ۽ ڪتي جي ويڙهہ ۾ شريڪ نہ ٿيءُ، تماشائي ٿي رَهُہ!

● اوهان جو دماغ ايترو ڌوئي صاف ڪيو ويو آهي جو اهو لانڊري ٿي پيو آهي!

● ويهين صديءَ ۾ ڊارون، فرائڊ ۽ مارڪس جي تعليم ئي هر تعليم کان وڌيڪ اضطراب جو باعث هئي.

● عشق ۾ 'سِسي نيزي پانـد، اُڇل تہ ٻہ اڌ ٿئي'، ان کي تہ ڪا معنيٰ آهي، سياست ۾ اها سٽ مون کي تہ بنهہ بي معنيٰ ٿي لڳي.

● مارئي ٿيڻ سولو آهي، کوهہ تان گهڙا ڀرڻ ڏکيو آهي.

● پاڻيهي کي تون ڇو ٿو مارين! جي اڄ نہ مري تہ سانوڻ ڇا جي لاءِ وسندو!

● تنهنجو نانءُ ياد اچي ٿو تہ وات وِهہ سان ڀرجي ٿو وڃي، تون جو ڪالهہ امرت کان مِٺو هئين!

● ڪهڙي ڄَٽ سان تو ڳالهائين؟ دفعي ڪريس! هي سياسي هيروئني آهي.

● ڪيڏو ساڙ رکيو اٿئي؟ منهنجي دوزخ جي باهہ ۾ تہ اڱيٺي ٿو ٻچرين! مان پنهنجون ٻہ ڪاٺيون اُن ۾ ڇا لاءِ وجهان؟

● حيرت آهي تہ شاهہ لطيف بچي ويو هو ۽ هن کي ڪنهن سنڌيءَ شهيد نہ ڪيو هو!

● تون ٻوڙو آهين، گونگو ناهين، اسرافيل جي صور اچي رهي آهي پر تون اٺين نعرا هڻي رهيو آهين ڇڻ اڳينءَ فلسطين ۾ رهيو پيو آهين!

● ڪيرٽر تان گڏُ ڇلانگ ڏيندو آهي تہ ٻہ سامهون واري ڇپَ کي ڌيان ۾ رکي ڏيندو آهي، تون تہ خلا ۾ ڇلانگ ڏئي رهيو آهين!

● جيئن انسان پيريءَ ۾ اچن ٿا، هنن جي اندر جو ابليس اکيون مهٽي جاڳي اٿي ٿو، هوس اجگر جيان وات پٽي ٿو ۽ هو سمجهن ٿا تہ سندن موت اچا پري آهي، جيئن تيڪ سندن موت کين ڏسي واڳ ڊري تکري ٿو، جيستائين

ڪين پاڻ ڏانهن ڇڪي هڏن سوڏو رڙڪي ٿو ڇڏي! ڪيڏا نه اياڻا آهن جي پاڻ کي گهڻو سياڻو سمجهن ٿا ۽ زندگيءَ جي نالي ۾ موت کي وساري ڇڏن ٿا! جي اوهان کي پيريءَ ۾ اهڙا انسان نظر اچن ته اهي نالي‌ءَ جا ڪيڙا سمجهو توڙي اُهي ڏک فرشتي جي ڏيندا هُجن! هو برابر فرشتا آهن، پر جهنم جا.

● پيڙيءَ جي رسي نه ڇوڙ، اِڳتي اوڙاهه آهي!

● سنڌ! مان ٿي ته تنهنجي سرحد آهيان، مون کي ڪوئي اورانگهي نه ٿو سگهي.

● بال ٺاڪري! هي ڄرو تو مون کي ڇو هَنيو؟ بابر ته مون کان ڇار سؤ سال اڳي هتي آيو هو؟

● ڇا سنڌ جي ڪائي تاريخ آهي؟ ڇا سنڌ جي ڪائي جاگرافي آهي؟ نه. سنڌ آئون آهيان. جيستائين منهنجي شاعري زنده آهي تيستائين سنڌ کي ڪوئي مٽائي نه ٿو سگهي.

● هر آمريت آمريءَ ۾ دفن ٿي ويندي. سنڌ جي تاريخ زنده جاويد آهي.

● سچ ڪيئي ٻيرا گهڙي وانگر درياهه ۾ غرق ٿي چڪو آهي، پوءِ به تار ترڻ وارا رات لڙي ڪان اڳ ڪنڌيءَ تي پهچي وڃن ٿا.

● ڇا ميهار کي ملڻ لاءِ ٻڏڻ اوس آهي؟

● امرتا پريتم! ڇا تنهنجو وارث شاهه اچا قبر وچان ٻولي رهيو آهي؟ مون کي ته ڪجهه ٻڏڻ ۾ نه ٿو اچي!

● هنگلاج ۽ لاهوت جو سفر سؤلو آهي. مون سان ادبي دوستي نڀائڻ ڏکي آهي.

● هر ڪوئي موت جي ڪَن ۾ ڦيراٽيون ڪائي ٻڏي وڃي ٿو، ڪوئي اوڙار پرسان، ڪوئي پرار پرسان. ڪوئي رڃ سير ۾، ڪائي ڪشتي ڪٽي ٻڏي، ان تي سوچ اجائي آهي، ان جي ڪري ڪهڙو فرق پوي ٿو؟

● ڪٿي هي ڪنهن جو راڳ گونجي رهيو آهي، جنهن سان نديءَ ڪنڌ جي ڪنڌ ڪَرڃ ڀري رهي آهي؟

● [illegible]

● ڪُتا ڍوند تي وڙهي رهيا آهن. بُلهي شاهہ! تون تہ پاسي تي بيهہ! ڍونڊ جي ڏيپ ساڙي رهي آهي.

● هڏا بہ وڏي ويا آهن، ڪُتا بہ وڏي ويا آهن. ماٺهو دروازا بند ڪري ڪليل درين مان ٻاهوڙ ٻڌي رهيا آهن. ڳجهون اچا تہ آسمان ۾ آهن. اهي ڪڏهن ٿيون لهن، ڪيئن چئجي!

● ڪنهن جو موت ڪنهن کي سڏي رهيو آهي؟
ڪن ايترا سَرلا آَتي جو آواز ٻڌي سگهين؟
اها تنبوري جي تَڻ تَڻ تہ بند ڪر!

● طوفان کان ڇو ٿو گهٻرائين؟ طوفان تہ تنهنجو ساٿي آهي. سَڏ بہ آهي تہ وراڻي بہ آهي.

● اسرافيل پنهنجي صوُر ڦوڪي رهيو آهي پر مان ڇا ڪيان تون تہ پيدائشي ٻوڙو آهين!

● جيئن شفاف جَر ۾ پکيءَ جو عڪس نظر ايندو آهي، ائين مٿان منهنجين اکين ۾ تنهنجو عڪس نظر اچي! ان ڪري مان توڏانهن ڏسان نٿو.

● دل ۾ آيو تہ سوُيٽ تي دم- عيسيٰ ڦوڪي هن کي پوپٽ بڻايان، پر پوءِ ڪجهہ وقت مون هَن کي ترِيءَ تي ڪٽي اُس ۾ رکيو. ٿوريءَ دير ۾ هن پر کوليا ۽ مون کي ڏسڻ کان سواءِ اڏامي ويو.

● جوانيءَ جي الهڙ اکين ۾ ڪيترو نہ اعتماد هوندو اهي، يقين هوندو آهي ۽ اها غير يقيني تہ ڏسي سگهنديون آهن جا تجربي ۾ هوندي آهي!

● شال توکي خدا جواني بخشي ڏي تنهنجي حسن کي نُهنڊ بہ تہ اچي! مان زندگيءَ کان پنهنجي حصي کان بہ گهڻو وٺي چُڪو آهيان. وڏيڪ هوس رکو مون لاءِ شرمندگيءَ جو باعث آهي. مان توڏانهن هٿَ، هٿ ڇراند لاءِ نہ وڌائي رهيو آهيان، دعا لاءِ وڌائي رهيو آهيان.

● هَوس جو پيالو پَرجي نہ پريو. بس گهڻو پيتو اٿي.
هاٿي بس ڪر!

● ڪنهن جي مٿي تي هٿ گهمائي ڏس! ساري ڪائنات تنهنجي هٿ ۾ اچي ويندي.

● مان [illegible] جهان [illegible] آهيان. هر [illegible]

تنهنجو منهن نظر اچي رهيو آهي.

● تو اُتي ٻيلاٽين ۾ ٻَہَرَ ڏٺا آهن؟

سنڌ جهڙا پيارا پکي ڪٿي ڏٺا اٿي؟ تون فلوريڊا وڃي يا فيوجي ياما، توکان سنڌو نہ وسرندي.

● هن ٻُست جي ڏوڏيءَ جا گل ڪهڙا نہ ڳاڙها ها! اهي هوا ۾ لڏي شفق جي لالاڻ سان ڇا ڳالهائي رهيا ها!

● ميان! سوچ توکي سنڌ ۾ قبر لاءِ جاءِ بہ ملندي يا نہ؟ مان سيوهڻ ۾ تہ محمد تغلق جي قبر ڪٿي ڳولي نہ سگهيو هوس. چون ٿا تہ اُتي پوريو ويو هو.

● اي شمس تبريزي! سچ ڪي ايڏو بہ نہ گهور تہ پنهنجي بينائي وڃائي ويهين!

● اي 'بيدل' اڄ تہ عشق جي پوئينءَ چاڙهي تي چڙهون ۽ ڏسون تہ اڳتي ڇا آهي! اکر تہ پهرين چاڙهيءَ کان اڳتي چڙهي نہ ٿا سگهن!

● اي گل! جيترو تڙندين، اوترو فنا جي وڏيڪ ويجهو ويندين.

● هي ساري ڪائنات فنا جي مُٺ ۾ ئي تہ آهي! تو ڪڏهن اها مُٺ کولي ڏٺي آهي؟

● اي ڪنوڻ! تون مون تي ڪِلي رهين آهين!

پنهنجيءَ حياتيءَ جو پتو اٿئي تہ ڪيتري آهي؟

● ازل بہ تون، ابد بہ تون، ڇا جيڪي وچ تي آهي، سو بہ تون آهين يا فقط منهنجيءَ نظر جو فريب آهي!

● اڄا تہ موت مون سان چوپڙ کيڏي رهيو آهي ۽ مان 'پَنءَ ڇَڪا' چئي هَن تي کِلي رهيو آهيان.

● مان هڪ دل مان نڪري ٻيءَ دل ۾ ڏڪ ڏڪ ڪندس، منهنجو اُلڪو نہ ڪر!

● ڪيترائي ماڻهو، موت جي بستري تي مُنا چو ٿا ڏسن؟

● جي خدا توسان گڏ آهي تہ توکي ڪهڙي ڪَس آهي؟

● جي تون موت کي سمجهي سگهين تہ جيڪر تولاءِ ڪوئي مسئلو نہ رهي.

● پنهنجي جنم جي ڏينهن تي، پنهنجي مرڻ جو ڏينهن ملهاءِ، ڇو تہ تنهنجيءَ زندگيءَ مان هڪ سال ٻيو بہ گهٽيو.

● ”تون ڪير آهين، جو منهنجي جاڳ کي
جهنجهوڙي رهيو آهين
۽ چٽي رهيو آهين
تہ توکي نيٺ ننڊ اچي ويندي،
۽ توکي وجهہ نہ ملندو،
وري وجهہ نہ ملندو.“

● جيستائين پکي هوا ۾ پر ڦڙڪائن ٿا ۽ ماڪوڙيون پنهنجي ڏر ۾ وڃن ٿيون، تيستائين تون آهين، پر جڏهن ڪجهہ بہ نہ هوندو تڏهن بہ تون هوندين ڇو تہ تون ئي تہ آها ’ڪجهہ بہ نہ‘ آهين.

● مان چوان ٿو تہ ”تون آهين، تون آهين، تون آهين“، اهو منهنجو پويون نعرو آهي ۽ منهنجي آخري آزاديءَ جي علامت آهي.

● عيسيٰ جا صليب تي پويان لفظ هئا ”يا خدا! تون مون کي ايترو آزمائين ڇو ٿو؟“

مون تہ توکان اهو سوال بہ نہ پڇيو آهي، توڙي ساري عمر مان صليب تي رهيو آهيان.

● اي خدا! تون ساري ڪائنات بہ آهين ۽ ٻيو ڪجهہ بہ آهين، جنهن لاءِ عين اليقين ضروري آهي، پر اهو هر ڪنهن جي حصي ۾ نہ ٿو اچي!

● اي خدا! منهنجي دشمن کي معاف ڪر. هن کي بہ مون وانگر روح آهي ۽ هو بہ مون وانگر امر آهي.

● اي خدا! منهنجي دشمن جي روح ۾ چڱائي وجهہ، هن کي سمجهہ ڏي ۽ هن کي پنهنجي رحم کان محروم نہ ڪر!

● اي خدا! مون کي ڪبوتر بڻاءِ، مون کي جهنگ- ٻلي جون اکيون نہ ڏي!

● اڄ تہ سڄل سرمست سان واريءَ مان گهوڙا ڊاهيون!
آخر هن ٻي ڪنار بحر جي ڪناري تي سڀ ٻارڙا تہ آهيون!

● هر دلق پوش جي سيني ۾ دل نہ ٿيندي آهي.

● نتشي! هو نہ مئو آهي، جنهن جي موت لاءِ تون ڍنڍورو ڏيندو وتندو هئين! مون تہ هِن کي ڪلهہ بازار ۾ ڏٺو هو. هو ايندڙ ويندڙ کان ڪجهہ مڱي رهيو هو.

ها، نہ رڳو تون مري ويو آهين پر تنهنجو ڍنڍورو بہ ٺپ ٿي چڪو آهي.

● ميان! اجا اورٿين فلڪ تي پهتو آهين؟

اجا گهڻا فلڪ اورانگهڻا آتي؟ مَلڪ توکي حيرت مان ڏسي رهيا آهن!

● جي تون پياسو آهيون تہ شاعريءَ جهڙي گهڙامنجي ڪابہ نہ آهي.

● اي خدا! مون تہ فقط شاعري ڪئي آهي. ماڻهن مون کي پيغمبرن واري سزا ڇو ڏني آهي؟

● اي شاعري! مون اکين جي ساري ننڊ توکي ڏني، مون کان پيو ڇا ٿي گهرين؟

● توکي منهنجيءَ زندگيءَ تي ڇڙ آهي، پر توکي منهنجي موت تي وڏيڪ ڇڙ ايندي، ڇو تہ موت مون کي اهو ڪجهہ ڏيندو جو مون کي زندگي نہ ڏئي سگهي آهي ۽ جنهن جو مان حقدار آهيان.

● سماڄ اهو رنگين عينڪ آهي جا پاڻ سان اسان جو تَوَ ويتر وڌائيندي آهي.

● ڇا لفظ بہ صليب تي چڙهندا آهن؟ جي هائو تہ پوءِ منهنجي شاعري پڙهي ڏس!

● منهنجي هر اسلام پسند ۽ اشتراڪيت پسند نقاد کي اِن تي غصو آيو آهي تہ مان هنن جي تنقيد جو جواب نہ ٿو ڏيان ۽ ان ڪري مون کي هو گاريون ڏين ٿا. منهنجو جواب مستقبل جي تاريخ ڏيندي.

● ڇا تون ايتري اهميت جو اهل آهين تہ مان توکي جواب ڏيان؟ مون هڪ نئون ڪتاب لکيو آهي پر اُن جي هڪ سٽ بہ مون توتي وڃائڻ نہ چاهي آهي. اهو ئي منهنجو جواب آهي.

● ڀلو آهين، مان تنهنجو همعصر نہ آهيان! مان ڪاليداس جو همعصر آهيان، غالب جو همعصر آهيان، اها ئي ڳالهہ آهي تہ تنهنجي دؤر ۾ بہ جنم ورتو اٿم. گوئٽي کان پڇي ڏس تہ هو توکي ٻڌائيندو تہ هي منهنجو ڀيڻ ور آهي.

• ايوريسٽ کان اوچو ٿيڻ ڪيڏو نہ خراب آهي! تون تہ پپ وٽ بيٺو آهين، اٿنا پورنا تي بہ نہ آهين!

• چمڙي جي اولاد! منهنجو نقاد ڪيئي صديون پوءِ پيدا ٿيندو. اجا تائين تہ چاچر ۾ چيرون هڻن وارا آهن!

• نتشي! مان تو جوان تہ موت مري ويو،
هن کي منهنجيءَ شاعريءَ آفت ماري وڌو آهي.
هاٿي شاعريءَ لاءِ ڪابہ
اسرافيل جي صور نہ ايندي
مون عزازيل کي بہ پوري ڇڏيو آهي،
هو انارڪليءَ جهڙو خوبصورت تہ نہ آهي
پر مون فقط عشق جي دفاع ۾
هن کي ديوار ۾ دفنايو آهي
جتان هو وري نڪري نہ سگهندو
تون ڀلي ڍنڍورو ڏي، تہ
موت مَري چڪو آهي!

• منهنجي هٿ ۾
ايتري تيزي ڪٿان ايندي؟
هي تون ئي تہ لکي رهيو آهين
تون جو وڻ پاڙون پٽي ڇڏيندو آهين،
سمنڊ اُٿلائي وجهندو آهين
۽ ٻوڙان ٻوڙ وڌندو آهين،
تون ئي تہ هي قلم تيزيءَ سان هلائي رهيو آهين!
جڏهن مون کي ننڊ جا گهيرٽ ٿا اچن
۽ منهنجون اکيون ٻَٽجي، ٻوٽجي وڃن ٿيون
ها، منهنجا مونا
طور سينا وانگر جرڪي رهيا آهن
۽ تون 'رب اَرني' چئي رهيو آهين!
تون ايڏو اٿاهہ سمنڊ هوندي،

منهنجي واهڙ ۾ ڪيئن وهي آيو آهين؟
آخر ڪهڙي انسان کي
سيلاب نوح کي روڪڻ جي سگهه آهي،
۽ سو به ايتري
جو بنا ڪنهن شعوري ڪوشش جي
هو اهو سڀ ڪجهه بچائي سگهي
جو بچائڻ جهڙو آهي؟

● اي خدا! تون منهنجي روح کي پکي جي روح وانگر بڻايو آهي. مان اهو ڏسي حيران ٿي وڃان ٿو ته اهو ڪيستائين پرواز ڪري ٿو سگهي!

● اي خدا! ايتري روشني به نه ڪر جو منهنجون اکيون جهانورائي وڃن!

● اي خدا! تون منهنجون اکيون آهين! تو سان مان اهي ڳالهيون ڏسي سگهان ٿو جي ٻيا انسان ڏسي نه ٿا سگهن. مان تو سان اهي ڳالهيون ٻڌي سگهان ٿو جي ٻيا انسان ٻڌي نه ٿا سگهن. توئي ته مون کي قلم گهڙڻ سيکاريو آهي ۽ منهنجي هر تحرير مان ليئو پائي ان کي ڏسي رهيو آهين ۽ پنهنجي حقير شاگرد جي مٿي تي هٿ ڦيري رهيو آهين.

● اي خدا! ڇا مان توکان ڪنهن به گناهه لاءِ معافي وٺان؟ ڇا تون اِن تي قادر نه هئين ته مون کي گناهه کان روڪي سگهين ها!

● سعديا شيرازيا! پُل صراط ايتري تکي به نه آهي، جيتري ماٺهو چون ٿا! تون ۽ مان آسانيءَ سان ٽپي وينداسين!

● زمهرير لاءِ ڪهڙي پشميني مان لباس سبايا آٿي؟

● توکي ان جو ڪوئي پَوُ نه آهي؟ دوزخ جي آگ مان توکي فقط حُقي لاءِ ٽاندو گهرجي؟

● يَزيد! دليل ته تو وٽ به آهن پر حُسينيت لاءِ دليل ڪافي نه آهي.

● اڄ به شام لهرن ۾ ائين ئي لڙهي رهي آهي جيئن دجلہ ۽ فرات ۾ لڙهندي هئي؟ ڇا وري ڪوئي شهيد ٿي رهيو آهي؟ سج جا ڪرڻا قطرا قطرا ٿي ڇو وهي رهيا آهن؟

● ڇا خدا کان وڏو ڪوئي مُوذن آهي. جنهن جو آواز تو ۾ هر هر

وقت هري رهيو آهي.

● ڪوهه طور يڪ لخت پاره پاره ٿي پيو آهي ۽ سڙون پني تي پٿرن وانگر اڏامي رهيون آهن. ڇا ڪوئي 'رب ارني' چئي رهيو آهي؟

● عشاء جو وقت آهي. خدائي خاموش ٿي ويئي آهي. مون ڀرڙي بانگ ته اڄ ڪڏهن نه ٻڌي آهي!

● خدا جي سامهون سربسجود ٿي ۽ انهيءَ هر پل کي نيڪالي ڏي جو تو دنيا سان گڏ گذاريو آهي.

● هر پل جو تو دنيا سان گذاريو آهي، توکي قبر ۾ ڪيڙي وانگر چرندو نظر ايندو.

● تون پل ڊگ تي گهمندو ڦرندو وت، توکي ڪائي جهل نه آهي پر 'موتو قبل از موتو' دل ۾ سانديءِ!

● يا خدا! مون کي ٻيهر جواني نه ڏجانءِ.

متان هيءَ پياري پيري مون کان کسي وٺين!

● "خدا آهي!" مون اهو چئي ڌرتيءَ تي ائين لت هنئي جڻ سيني دهرين جي قبر تي لت هنيم.

● هن جي خدا سان ايتري دشمني ئي خدا جي وجود جي ثابتي آهي. ڀلا جي خدا ڪونه آهي ته ايتري دشمني ڇا لاءِ؟

● مون جيڪي اشراقي ۽ عالم ۽ فاضل پڙهيا آهن يا جيڪي مسيحي وحدت الوجودي صوفي پڙهيا آهن، جن مقدس انجيل ۽ جديد عهدنامي جي تفسير نَو فلاطوني طرز تي ڪئي آهي، انهن اسان جي صوفيانه فڪر تي مسيحي اشراقيت جو اثر ڇڏيو آهي ۽ ان اسلام کي متاثر ڪيو آهي. فلاطنيوس جو ته زياده اثر آهي. جنيد بغداديءَ اندر به اشراقيت جا لڇر ها. ڪجهه مثال آهن: "ڇاڪاڻ جو انسان جو روح هن جي جسماني زندگيءَ کان اول موجود هو ۽ ان ۾ پوءِ به موجود رهي ٿو، ان ڪري پنهنجي ماخذ ۽ منبع ڏانهن موٽڻ جي ڪيس تانگهه رهي ٿي."

"پنهنجي اپائڻهار کان ماڻهوءَ جي ٻهرين وڇوڙي جي نوعيت ڪهڙي هئي ۽ انهيءَ صوفيانه وصل (ميلاپ) کان پوءِ، ٻي وڇوڙي جي نوعيت ڪهڙي آهي؟" جوهر، صفات ۽ حقيقت جي مسئلي جي تحقيق تي به يوناني اثر آهي.

مثلاً: ”اهو ويساهه تہ الله تعاليٰ ئي واحد حقيقت آهي، اسان (يعني مخلوق) رڳو مظاهر (ڏيک) آهيون ۽ اهو بہ تہ انساني صفات -صفتون) رڳو هڪ نقش بي ثابت (پاڻيءَ چٽ)، آهن، جن ۾ ان خدائي صفات جو هڪ ميرانجهڙو پاڇو نظر اچي ٿو ۽ جوابدي ۽ دائمي آهي...“

اهي اشراقي خيال ۽ تصور بغداد ۾ ڏاڍو ڦهليا ۽ اسلامي فلسفي جي رنگ روپ ۾ هنن جو وڏو هٿ آهي.

ڊاڪٽر علي حسن جي ڪتاب تان ورتل)

● اي خُدا! مون کي منهنجي دريده دهني معاف ڪر!

مون کي اها هستي بہ تہ تو ڏني آهي، اهو آواز بہ تہ تو ڏنو آهي جو آسمان کان بلند تر آهي!

● مون ايران جي شهر قُم ۾ هڪ ايرانيءَ کي ڏٺو، جنهن گدري سان ماني کائي خدا جو شڪر ڪيو. مون اها ماني هتان جي ست رڃيءَ کان بهتر سمجهي.

● جي تون شاعريءَ جيتري عبادت ڪرين ها تہ الائي ڪهڙي ولايت تي هجين ها؟

● ڇا تون منهنجو رب آهين؟ پر تون منهنجي در تي ڪيتري ئي وقت کان سڏي رهيو هئين! رڳو مون نہ سڃاتو.

● ڇا ڪوئي انسان هڪ تِر جيترو جيت بہ خلقي سگهيو آهي؟ ڇا هڪ تر جيترو جيت ڄاڻي سگهي ٿو تہ آڪاس، جنهن ۾ اڪٿ ستارا آهن، ڪٿي ٿو ڪٿي؟ مان مڃان ٿو تہ اهو جيت پيل جي چوٽيءَ تي پهچي سگهي ٿو پر ان جي حقيقت ئي ڪهڙي آهي؟ ڇا اُنهيءَ ستاري جهڙي آهي جو هن آڪاس جي اٿاهين وڻ ۾ پوئين پن جيان آهي. ڇا ان جيت جي انا کي ان مان تسلي ملندي تہ هو پپل جي پوئين پن تي پهچي چڪو آهي؟ ڇا ان کان اهو ڪيڙو ماڪوڙو چڱو نہ آهي جو انهيءَ جي جڙ تائين پهتو آهي ۽ پاڻ کي هر واچوڙي کان محفوظ سمجهي ٿو؟

اي تِر جيترا جيت! تون هن ڪائنات جي حقيقت کي ڇو ٿو سمجهڻ چاهين؟ ائين نہ ٿئي تہ واءُ جو جهوٽو توکي بولاٽيون ڪارائيندو اڏائي وڃي! انهيءَ تي قانع ٿي تہ تون وڻ جي چوٽيءَ تي پهچي چڪو آهين. ان کان مٿي

جو وڻ آهي، تنهن ۾ ڪَتين جون تاريون ڏسي، پنهنجي، وت ڪان وڌيڪ تپو نہ ڏي! حيرت تي قناعت ڪر! اهو اسرار جو نہ ڪلي سگهي. ان تي حيرت ڪان سواءِ ٻيو چارو ڪهڙو آهي!

● رب! تون رحيم ۽ غفور آهين پر جي مان ايترا گناهہ نہ ڪيان ها تہ ڇا تون مون کي ڳولي لهين ها!

● جُنيد بغدادي، جنهن وقت ڪجهہ سالن جو هو، ان وقت ڪجهہ ماڻهو هن جي مامي سَقطيءَ سان 'شڪر' تي بحث ڪري رهيا هئا. اوچتو سَقطي جنيد ڪان پڇيو: "پٽ! شڪر ڇا آهي؟" جنيد جواب ۾ چيو: "شڪر اهو آهي تہ انسان خدا جي نافرماني نہ ڪري جو انسان کي ايترا عطيا (سوکڙيون) ڏئي ٿو."

سَقطيءَ چيو: "ممڪن آهي تہ خدا جو توکي عطيو ڏنو آهي، اهو تنهنجي زبان هجي."

(ڊاڪٽر علي حسن، شعبہ دينيات الازهر يونيورسٽي مصر)

جي سَقطي منهنجو مامو هجي ها ۽ اسان جو سوال جواب ساڳيو هجي ها تہ سَقطي فقط لفظ 'زبان' بدران، لفظ 'شاعري' ڪم آڻي ها، جو مون لاءِ خدا جو عطيو آهي.

● قراۃ العين حيدر! فقط آنءُ تنهنجو آگ جو درياهہ تري ٻي ڪنڌيءَ تي پهتو آهيان پر اتي تہ ڪجهہ بہ نظر نہ ٿو اچي! يا مون ۾ بينائي نہ رهي آهي!

● ڇا اَسان ٻئي ايملي برانٽ جي ناول 'وُدَرنگہ هائيٽس' (WUTHERING HEIGHTS) مان ٻہ ڪردار هئاسين؟ ڇا ڪتاب ڪان ٻاهر بہ زندگي ائين گذري سگهندي آهي، جيئن اسان گذاري هئي؟

● گوشت جي بُوءِ سنگهي، هزارين ماتار مڙي ويندا آهن. محبت ڪندي اسان اهو ڇو نہ سوچيو هو؟

● گهر کي دشتِ نجد بڻاءِ! ليليٰ پاڻ ئي پيهي ايندي!

● هاٿي پٺر ڇو ٿا هٿو؟ هاٿي تہ نہ مان مجنون آهيان ۽ نہ منهنجي ڪائي ليليٰ آهي؟ يا اهو محمل جو بظاهر خالي لڳي ٿو، دراصل خالي نہ آهي؟

● سڄي دنيا ٻئي پاسي آهي، مُنهنجي پاسي تون آهين، ڇا اهو ڪافي

نہ آهي؟

● تون مون کي روح آڇيو،
مون توکي فقط جسم آڇيو،
تارازيءَ جي پڙ ۾ تون ڪيڏي نہ
ڳوري ٿي لڳين!

● آہ! جڏهن هو تنهنجي ڳلا ڪن ٿا
تڏهن منهنجن ڪنن ۾ ٻرندڙ شيهو وجهن ٿا.

● مٿان پاڻ کي اڪيلي سمجهين! تون جتي آهين، جنهن جاءِ تي آهين، جنهن بہ رفاقت تي مجبور آهين يا پاڻ کي تنها محسوس ڪري رهي آهين، مان تو سان آهيان.

● نيٺ تہ پنهنجي پنهنجي لوڙهي جو ٻندو هٽائي، ڏُڪندا اچي هڪ ٻئي جي ياڪر ۾ پونداسين ۽ چنڊ اسان کي ڏسندو رهندو!

● نفرت ڪر!
انهن کان جي نفرت ڪن ٿا
۽ نفرت ڪرڻ سيکارن ٿا،
انهن کان نفرت ڪر جن جي روح تي
ٿوهر جا ڪنڊا آهن،
۽ جن تي برساتن جي ڦڙي نہ پئي آهي،
۽ ان جي ڪري هو نادان
آسمان کي گاريون ڏئي رهيا آهن،
۽ جن کي خبر نہ آهي
تہ اهو جڏهن وَسَڻ تي ايندو آهي
تہ ٻنا ٻوڙ وسندو آهي،
ايترو جو اُن جي ريلي ۾
درياهہ اُٿلي پوندا آهن!
نفرت ڪر!
نفرت ڪرڻ وارن کان نفرت ڪر!
جي پنهنجي دشمن کي

ان ڪري انسان نہ ٿا سمجهن
ڇو تہ هو هنن جو دشمن آهي،
۽ اهو وساري ٿا ڇڏن
تہ هن کي بہ ٻار ٻچا آهن،
جي بہ جلي مرن ٿا
جڏهن هن جي جهڳي کي باهہ ڏني وڃي ٿي.
نفرت ڪر!
ريلون اڏائڻ وارن سان
۽ هوائي جهاز اغوا ڪرڻ وارن سان،
جي اهو وساري ٿا ڇڏن
تہ انهن ۾ ٻار بہ آهن،
اهي مرد ۽ زالون بہ آهن
جن هنن جو ڪوئي ڏوهہ نہ ڪيو آهي!
نفرت ڪر!
● تون سگار جو وزم
پورو نہ ٿي سگهندين.
تہ منهنجو نظم
پورو ٿي ويو هوندو.
اڃا تو وقت جي گهوڙي تي،
هنو بہ نہ رکيو هوندو
تہ اُن جي آخري سٽ لکجي چڪي هوندي،
۽ جڏهن تون
رڪاب ۾ پير رکندين
تہ ٻئي نظم جي
قافيي ۽ رديف جون
واڳون
منهنجي وَس هنديون.
مان ڇاٽان ٿو

تہ هيءَ عمر تيز رفتار آهي
پر منهنجي شاعري
اُن کان بہ وڌيڪ
تيز رفتار آهي
۽ ڪنهن بہ وقت
منهنجو قلم
اَڙيءَ جو انتظار نہ ڪندو آهي
اي موت!
جيستائين تون اچين
مان ايترا فاصلا طئہ ڪري ويندس
جو توکي
مون تائين پهچڻ ۾
ڪافي صديون لڳنديون.
اهو بہ ممڪن آهي
تہ تنهنجو گهوڙو
ٿڪجي پوي
۽ مان
توکي
پُٺ تي چڙهي وڃان!
● هڪ ڏينهن ايندو جڏهن
مون ۾ چُرپُر نہ هوندي،
سج ۽ چنڊ لڪي ويندا
۽ ڪڪر ڪاروبار ڪري،
مُنهنجي جنازي نماز تي ايندا،
۽ موت کي اجازت نہ هوندي
تہ هو ڪنهن صف ۾ بيهي سگهي.
ان ڏينهن شاعري
روئيندي اکيون مهٽيندي.

۽ اُن جا لڙڪ
گل مهر جي گلن کان وڌيڪ ڳاڙها هوندا،
۽ املتاس زرد ٿي ويندا،
۽ سرءَ جي سرد هوا
واريءَ تي هر وٿاڻ ۾ مون کي ڳوليندي،
۽ هر نئين چاول ٻار کي
جاچي ڏسندي
تہ اُن کي مون جهڙا روش تہ نہ آهن
ان جا سوساٽ
سرنهن جي تارين سان ڳلي ملي پڇندا
تہ هو وري ڪڏهن ايندو،
جنهن جا راڳ
ڌرتيءَ ۽ آسمان ۾
ايئن گونجندا هئا،
جيئن واءُ
ڪهاٽي بن ۾
گونجندو آهي،
۽ ان جا گيت ٻڌي
سارا وڻ تاڙيون وڄائيندا آهن،
۽ پن ايئن ڪرندا آهن
جڻ ان تي سِڪا گهورَ ٿي رهيا آهن.
اهڙا راڳي
واري واري سان تہ نہ ايندا،
پر اسان کي پڪ آهي
تہ هو موٽي ايندو،
۽ پُرانا ٻڙ
ان ڳالهہ جي گواهي ڏئي سگهندا.

● اي ٿوهر جا گل! ڪَنڊا تہ توکي بہ ٿين ٿا، پر تو ۾ گلاب جي

خوشبو ڪتي؟

● بکھڙ مرندي دم تائين بکھڙ رهندو، هن کي سَهي وانگر ساٿو ٻنائي نہ ٿو سگهجي.

● جڏهن عڪس ٿِي ويو، تڏهن مون آئينو ڦٽي ڪري ڇڏيو؛ جي آئينو ڳنڊي عڪس کي ڏسبو تہ وڏيڪ ڪرپ ايندي آهي.

● هر دؤر ۾ لِلي پَٽ جا چامڙا ۾ڌل گليور کي سُيون چُڀائيندا رهندا.

● ڪوهہ - بي ستون ڪوٽيندي جو فرهاد جي هٿن مان رب وهي رهيو آهي، سوئي شيرين جي لڙکن مان وهي رهيو آهي.

● نظام الدين اولياء جي درگاهہ تي مون کي هڪ ديوانو مليو، جنهن چيو تہ، "مان امير خسرو آهيان." مون هن کي جواب ڏنو، "پر امير خسروءَ کي تہ ڪيئي سال مُئي ٿيا آهن!" هن ٺهڪ ڏئي چيو؛ "مومن مري سگهندا آهن، ڪافر نہ مرندا آهن بشرطيڪ اُهي عشق جا ڪافر هجن."

● ڇا تو دل ۾ ڪيو آهي؟ گيلور کي چامڙن جون ڇُهنڊڙيون ڪا نئين ڳالهہ تہ نہ آهي، پر اهي ڇُهنڊڙيون ڪهڙي طرح بہ هن کي پائن، ڪهڙي دؤر ۾ بہ هَن کي پائن!

● شبليءَ منصور تي گُل ڦٽي ڪري گل کان معافي ورتي تہ مان توکي گناهہ ۾ شريڪ ڪري رهيو آهيان.

● نور محمد ڪلهوڙي کي بہ ايترو شرم هيو جو پٽائيءَ کي زهر مٽائيءَ ۾ موڪليو هيائين. توکي تہ اهو شرم بہ نہ آهي!

● ڇا منهنجي شاعري زيب النساءِ مخفيءَ جي رات وانگر تنها آهي؟

● مون آگري کان ڪجهہ ميل پري فتح پور سڪريءَ ۾ اها جاءِ ڏٺي هئي، جنهن ۾ چوڪڙي نُهيل هئي. جنهن تي ويهي تانسين ۽ بيجو باورا مقابلو ڪندا ها.

● ماڏو لال حسين! تنهنجي يڪتاري جي تَڻ تَڻ ابدي آهي. هي بندوق جي تَڙ تَڙ، ٿورو وقت هلي سگهندي!

● اي ڪبير! تون اجا تائين منهنجي پرسان چرخو ڪتي رهيو آهين ۽ مان تنهنجو اُلجهيل سٽ سُلجهايان پيو؟

● منهنجي 'ڪُن فيڪون' جو ڇا ڪوئي حد حساب آهي؟ منهنجو

ادب اچا من ڪائنات وانگر تيزيءَ سان ڦهلجي رهيو آهي.

● منهنجن مخالفن کي ساڙ آهي ته مان ايترو پڙهيل ڇو آهيان ۽ مون ايترو لکيو ڇو آهي؟ هو سوچن ٿا ته هي شاهه لطيف وانگر اُمي ڇو نه آهي؟ ڇا شاهه اُمي هو؟ هن پوري ننڍي کنڊ جو علم واتون وات هٿ ڪيو هو. هن جي بيتن ۾ پنجابي ۽ هندي دوَها جهلڪن ٿا جي ڪنهن وقت هن پڙهيا يا ٻڌا هوندا ۽ جي هن جي تحت الشعور مان اُڀري آيا هوندا. ايئن آهي ته هن هڪ ئي رسالو لکيو پر جي ويهه لکي ها ته هن تي ڪنهن کي اعتراض ٿئي ها يا فردوسيءَ جا همعصر هن جي پر گوئيءَ تي انگشت نمائي ڪن ها جي هو ڏهه شاهنامه لکي ها؟ڇا هنن کي خبر آهي ته سمر سيٽ مام ڪيترا ناول لکيا هئا. ٽالسٽاءِ ۽ دوستو وسڪيءَ ڪيترو لکيو هو؟ اِها ٻي ڳالهه آهي ته 'سينٽ مائيڪل جي ڪهاڻي' جي مصنف ايڪزل منٿي جو فقط هڪ ئي ڪتاب آهي جنهن هن کي امر ڪري ڇڏيو آهي هن جو ٻيو به غير معروف ڪتاب آهي جو شايد مون کان سواءِ ننڍي کنڊ جي ٻي ڪنهن اديب پڙهيو هجي!

● پيرزادو عمر منهنجو پراڻو دوست آهي ۽ سپريم ڪورٽ ۾ وڪالت ڪندو آهي. هڪ ڀيري هو ڪلفٽن بيچ تي جاگنگ ڪندي (ڊوڙندي) مون کي مليو ۽ مون کي ڏسي بيهي رهيو ۽ چيائين: "وان گوگ جي هڪ تصوير ڪيئي سو ملين ڊالر ۾ وڪامي آهي پر جيئري هن کي ٻڪ، ڏک ۽ چرياٽپ کان سوا ڇا مليو؟ تون وڪالت ڇڏي، سنڌيءَ ۾ شاعري ڪندين ته توکي ڪهڙو نوبل انعام ملندو؟"

مون هن کي چيو ته: "مونکي نوبل پرائيز کان به وڏو انعام ملي چڪو آهي. نه رڳو قدرت مون کي هي سارو سمنڊ ڏنو آهي پر ان جي مٿان، ان کان به وڏو آسمان ڏنو آهي. توکي ته سمنڊ جي ڪناري تي چار يا ڇهه سؤ والن تي هڪ بنگلو آهي، جنهن ۾ چار ٻتيون ٻري رهيون آهن. منهنجي رهائش ۾ قدرت چنڊ جو فانوس ٽنگي ڇڏيو آهي. مان دنيا جو وڏي ۾ وڏو سرمايه دار آهيان ۽ منهنجو سرمايو بي سي سي آءِ وانگر ڪٽو نه آهي."

● مان نٿو چاهيان ته مان پتو پتو تي ڇٽان ۽ مٽيءَ ۾ ملي وڃان. مون کي تيستائين پٽي وٽ جيستائين مون ۾ سڳنڌ آهي ۽ مان انهيءَ جي لائق آهيان ته ڪنهن جي جُوڙي ۾ ڪم اچي سگهان!

● موت ئي هڪ اٽل حقيقت آهي، اها حقيقت نگاريءَ جو حصو ڇو نہ ٿي سگهي ٿي پر ڇا حقيقت نگاري ان کي سمجهائي سگهي ٿي؟

● 'ڪليات فيضي' جا ورق ورايم، 173 صفحا تہ رڳو قصيدا هيا ۽ پيا غزل هيا.

● هتي نہ ڪوئي ڊيگال آهي ۽ نہ ڪنهن آندري مالرو جي حڪومت جي سربراهہ سان دوستي ٿي سگهي ٿي.

● اوشوءَ جو ڪيسيٽ ٻڌي رهيو آهيان. مٺي ننڊ اچي رهي آهي.

● گرهڻ بہ هر ڪنهن کي تہ نہ ٿيندو آهي. چنڊ کي ٿيندو آهي يا سج کي.

● اڄڪلهہ پارسي گهٽ ٿي پڙهي وڃي، ان ڪري مان هنن کي پنهنجي اڻڄاڻائيءَ تي مهڻو نہ ٿو ڏيان تہ هو لاهور ۾ ميان مير تي حاضري تہ ڀرن ٿا پر اهو بہ نہ ٿا ڄاڻن تہ داراشڪوه جيڪو ميان مير جو نهايت عقيدتمند مريد هو، فارسيءَ جو هڪ بلند پايہ شاعر بہ هو ۽ ڪابل ڏانهن جنگ تي ويندي هن جتي جتي بہ داهو ڪيو هو اتي هن ويد فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيا ها.

● توتي مان ڪاوڙ ڪيان، توتي؟
ها... ها... ها... توکي اها خوش فهمي ڪيئن ٿي؟

● سولزيِ نتسن! تون سورنهن آنا صحيح هئين. مان پنهنجي غلطي مڃان ٿو.

● غالب تو زندگيءَ کي قيد - حيات ۽ بندغم سمجهو هو. زندگي تہ ماڪ بہ آهي، پکين جي اڏار بہ آهي ۽ ڪڏهن تندو تيز ۽ ڪڏهن هوريان وهندڙ نديءَ جو پاڻي بہ آهي. تون قيد - حيات بندغم ۾ رهي بہ اهي چونڊي سگهين ٿو!

● مان 'ڀٽائي جو رسالو' ڪجهہ اڳتي لکي رهيو آهيان. تون مون کي نہ تو سمجهي سگهين، اها ئي ڳالهہ آهي.

● منهنجو سرو سامان ڪهڙو آهي؟ ڪجهہ ڪتاب، ڪجهہ تصويرون. جي بہ مون کي هٿ ئي ڇڏيون آهن. مون ۾ فرعونيت بہ نہ آهي پر اي سنڌ! جي تون مون تي مخروطي منارو ٺهرائيندينءَ، تہ ڪنهن جو

ڪنھن تي احسان ٿيندو، اهو مستقبل ئي ٻڌائيندو.

● ھي منھنجا شعر آھن يا ننڍ جون وليون پڪڙجي ويون آھن ۽ انھن ۾ ڪيئي ڳل نڪتا آھن؟

● ڇا منھنجي شاعري نيٺ ايئن ڪناري لڳندي جيئن نوح جي ٻيڙي ڪوه - ارارط سان لڳي ھئي؟

● پويان ترورا ڏسي مان سوچان ٿو تہ منزل ڪيڏي نہ ڏور آھي. جڏھن سج نصف النھار تي ھو تہ منھنجو گھوڙو سج تي نرا ڪٽي رھيو ھو ۽ مون پانيو تي تہ پنڌ پورو ٿي ويو آھي.

● منھنجا خدا! مون کي معاف ڪجاء. منھنجي عبادت رڳو منھنجي شاعريءَ ۾ ئي آھي. منھنجي شاعري انھيءَ ھڪرار جي گفتگو وانگر آھي، جنھن کي موسيٰ عليه السلام جي موجودگيءَ جو احساس نہ ھو.

● اي خدا! تون منھنجيءَ شاعريءَ کي طور وارو جلوو پسائيندين، تڏھن بہ اھا راضي نہ ٿيندي.

● شام ٿي وئي آھي. چراغ جلاءِ! اوندھہ جي فريب ۾ نہ آءِ! اوندھہ تہ ڪيئي شمس تبريزي واري ڇڏيا.

● اي خدا! مان چاھيان ٿو تہ مان پاڻ سان ھہ - ٿي ڳل ڪٺان جي ابد تائين تازا رھن. ڇا منھنجي شاعري ٺوڪريءَ جو ڪم ڏئي سگھندي؟

● تون ڪارونجھر جي چوٽيءَ تي پھچندين تہ ازخود مور وانگر ٺھوڪا ڪندين.

● ڇا ڪنھن خوبصورت ڳل تي نظم 'ادب براء ادب' آھي يا 'ادب براءِ زندگي' آھي؟ ڇا ڳل زندگيءَ جو حصو نہ آھن! مان تہ ٺوڪي رڳو چوان ٿو تہ ادب ڪنھن سياسي پارٽيءَ جو ڪارائو ڪمدار نہ آھي! اديب اُن پارٽيءَ سان متفق تہ ٿي سگھي ٿو پر ھو اُن جو نعري بازي يا اشتھار بردار نہ آھي. ڇا شفق ۾ ھر- ھاري زندگيءَ جو حصو نہ آھن يا ھي شاعر جو ميز تي ڪنڌ جھڪائي صبح کان شام تائين لکي رھيو آھي ۽ جنھن کي نہ پنھنجي بک جو احساس رھيو آھي. نہ اڄ جو، ڇا ان جي دل ۽ دماغ زندگيءَ جو حصو نہ آھن؟

تو زندگيءَ کي سمجھيوئي ڪيترو آھي جو تون 'ادب براءِ زندگي' پيدا ڪرڻ ٿو چاھين؟ ڇا موت کي سمجھڻ کان سوا، زندگيءَ کي سمجھڻ

ممڪن آهي؟ ڇا شاهه جو رسالو فقط اِها سٽ آهي:
"سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار."

۽ انهي سيٽ ۾ اهو 'سائين' ڪير آهي؟ ڇا اهو 'سائين' جو ذڪر ادب براءِ ادب آهي يا ادب براءِ زندگي آهي؟ ڇا پنّائيءَ جي ذٽ جي تلاش ۽ ان سائينءَ جي تلاش ٻڪي پيٽ تي نہ ٿي سگهندي آهي؟ دراصل اها تي ئي تن ڪي تسا ڏئي سگهندي آهي. ڇا اها تلاش زندگيءَ جو حصو نہ آهي؟ ان تي غور ۽ فڪر جڏهن ادب ۾ اچي ٿو تہ اهو 'ادب براءِ ادب' آهي يا 'ادب براءِ زندگي' آهي؟

ڇا تون ڏڪو آهين جو اهڙا پاڇاري ڪنيو ٿو وتين جا تولاءِ اٿويهين صديءَ ۾ سياست ئاهي هئي؟ ادب زندگيءَ جو حصو آهي ۽ زندگي ادب جو حصو آهي ۽ روح جي ٻُک جسم جي بک کان وڌيڪ بامعنيٰ آهي ۽ اها بک جيڪو ادب تخليق ڪري ٿي، تون اُن کي کهڙي زمري ۾ رکندي؟ ۽ محبت ڇا آهي؟ ڇا اها زندگي ناهي؟ هر محبت جو گيت 'ادب براءِ ادب' هوندي 'ادب براءِ زندگي' آهي. توکي سياسي شعبده باز رڳو لفظن جي چار ۾ ڦاسائن ٿا؟ ماني نکر تہ کتي کي بہ ملندو آهي. ڇا تون ڪتو آهين تہ ان لاءِ پؤڪندو وتين؟ اُها 'هڏي مٿان هوڏ' سياست لاءِ آهي پر اُن لاءِ سياست ڪافي نہ آهي ڇا؟ تون مصوري ۾ اهي هڙپان بہ ڏيکاري سگهندو آهين، جي بکئي پيٽ ۾ آهن پر هي ٻائوريءَ جون ئاريون ۽ سرنگهوءَ جا گل جڏهن ڦٽي پون ٿا ۽ تون انهن جا گيت ڳائين ٿو تہ ڇا اهو 'ادب براءِ ادب' آهي يا 'ادب براءِ زندگي' آهي؟ ڇا اهو مينهن تون ٿو وسائين جنهن ۾ اهي ڦٽي پوان ٿا؟ ۽ تون ڏوَ ۾ ڏلهو تي انهن هيٺان ننڊ ڪرين تہ ان کي زندگي چوان پر جي اُجهندي ۾ انهن جي سونهن ڏسان تہ ان کي ڇا چوان؟

ادب فقط ادب آهي. ان کي سياست جي ڪشڪول ۾ وجهين تہ تون 'وس وارو' آهيان، پر اهو چاٽي ڇڏ تہ ادب فقط پينوءَ جي پاند لاءِ نہ آهي. ادب ذريعو نہ آهي. ادب مقصد آهي. ايئن جيئن خدا ذريعو نہ آهي پر مقصد آهي، خدا کان تون 'سنڌ سڪار' جي دعا گهرين تہ مون کي اعتراض نہ آهي پر جنهن کان اها دعا گهري رهيو آهين، اهو ادب جو موضوع نہ آهي ڇا؟ نظريا زندان نہ ٻڌاءِ! انهن مان نڪري آءُ! ٻاهر ڪليل هوا آهي ۽ آسمان ۾ چنڊ وڃي رهيو آهي.

نيو فيلڊس طرفان شيخ اياز جو جلد نئون ايندڙ ڪتاب

## ڪٿي نہ ڀڄبو ٿڪ مسافر

(آتم ڪهاڻي)

---

نيو فيلڊس جو شايع ٿيل ٻہ سؤ نمبر ڪتاب

## خواب خوشبو ڇوڪري

ليکڪا: مهتاب محبوب

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجھهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجھهِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)